# آهي عشق اسان جو دين

(صوفياڻو ڪلام)

درگاهه بيخود فقير رح

بيخود فقير رح صوفي القادري

مرتب: فقير نور تنيو
۽ صنم فقير

# آهي عشق اسان جو دين

(صوفياڻو ڪلام)

**بيخود فقير رح صوفي القادري**

---

مرتب: فقير نور تنيو
۽ صنم فقير
(سجاده نشين درگاه بيخود فقير)



نثار درازي اڪيڊمي ميروخان

1


| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | آهي عشق اسان جو دين |
| | | (صوفياڻو ڪلام) |
| شاعر | : | بيخود فقير رح صوفي القادري |
| مرتب | : | فقير نور تنيو ۽ صنم فقير (سجاده نشين درگاهه بيخود فقير باقراڻي) |
| ڇاپو | : | پهريون، سال 2015ع |
| ڪمپوزنگ | : | شيخ رفيق - آزاد ڪمپوزرس لاڙڪاڻو. 03003424573 |
| ڳاڻيٽو | : | هڪ هزار |
| ڇپائيندڙ | : | نثار درازي اڪيڊمي ميروخان |
| تعاون | : | ڪنول پبليڪيشن قنبر |

مُلهه : 180 روپيه


ڪتاب گهرائڻ لاءِ:

درگاهه بيخود فقير رح صوفي القادري تعلقو باقراڻي، ضلعو لاڙڪاڻو سنڌ

نثار درازي اڪيڊمي ميروخان

۽ سنڌ جا سمورا بوڪ اسٽال.

# بيخود فقير جي زندگيءَ جو مختصر احوال

جيئن تہ سنڌ جي ڀاجهاري ڌرتيءَ جي ڪُڪِ مان جتي ڪروڙين ڪونڌرن جنم ورتو آهي اُتي هن ڀلاري ڀونءِ مان هزارين روح پرور شخصيتون پڻ پيدا ٿيون آهن جن پنهنجي قول ۽ فعل وسيلي سنڌ امڙ جي پٽي سينڌ سنواري آهي. هن محبتي مِٽيءَ مان جت سرتاج الشعراء لاڪيٽي لطيفؒ جنم ورتو آهي، جنهن پنهنجي شعر ۾ اهڙو تہ بيان ڪيو جو سندس ئي زباني تہ. "جي تو بيت ڀانيان، سي آيتون آهين. نيو من لائين پريان سندي پارَ ڏي" اها مردم خيز مٽي سنڌ ئي آهي جنهن مان سرتاج العاشيقين حضرت سچل سرمستؒ جن جهڙي عظيم المرتبت هستيءَ جنم ورتو جنهن جي لاءِ ڀلاري ڀٽ ڌڻيءَ فرمايو تہ. "اسان جيڪو عشق جو ڪُنو چاڙهيو آهي، ان جو ڍڪڻ هي نينگر (يعني سچل سرمست) لاهيندو." ۽ ٿيو بہ ايئن جيڪي ڳالهيون لطيف سرڪار ڍڪ ۾ ڍڪي پيش ڪيون انهن اسرارن تان هفت زبان شاعر سمورا پردہ هٽائي نهايت واضع ۽ چٽائيءَ سان بيان ڪيو فرمايو اٿن.

> آهيان آءٌ اسرار، جيڏيون اوهين مونکي ڪير ٿيون ڀانيو
> نوري ناري ناهيان مان آهيان رب جبار.

تہ اهڙي نموني هن امن جي ڌرتيءَ جتي اڻ ڳڻيا اديب دانشور ليکڪ ۽ ڏاها پيدا ڪيا آهن، اتي روحل فقير، حمل فقير، بيدل بيڪس ٻيڊل فقير. خوش خير محمد ۽ مهدي شاهہ جهانيان سان گڏ روحانيت جو رباب وڄائيندڙ حضرت بابا بيخود فقير ڪي پڻ جنم

ڏنو. بيخود فقير جي جنم جي حوالي سان سندن والد محمد عمر ڪيڙو ٻڌائيندو هيو تہ جڏهن آءٌ ڪمڙن ۾ استاد هيس تہ سيد صالح محمد شاهہ سان گڏ درازا شريف ويس جتي سخي قبول محمد فاروقي (ٽيون) سان ملاقات ٿي، اتي سخي سائين مون کان پڇا ڪئي تہ ابا تون ڪٿان جو آهين؟ مون ٻڌايو تہ آءٌ باقراڻي شهر تعلقہ ڏوڪري جو آهيان ۽ ڪمڙن ۾ استاد آهيان جنهن تي سخي سائين فرمايو تہ اوهانکي سواري ڪهڙي آهي؟ مون ورائيو تہ سواري ڪابہ ڪونهي جنهن تي سخي سائينءَ جن پنهنجو گهوڙو منهنجي حوالي ڪندي چيو تہ تون درياهہ پار کان اچين ٿو توکي سواري جي ضرورت آهي، سخيءَ سائينءَ جي اها شفقت ۽ عنايت ڏسي مون عرض ڪيو تہ سائين تازو منهنجو پٽ گذاري ويو آهي دعا ڪريو تہ واپس وري جواب ۾ سخي سائينءَ چيو تہ استاد تنهنجو پٽ توکي واپس ملندو پر حصي اسانجي جو هوندو.

سخي سائينءَ جي دعا سان محمد عمر ڪيڙي کي 4-جون 1940ع تي پٽ ڄائو جنهن جو هن گل حسن نالو رکيو. گل حسن (عرف بيخود فقير) کي ابتدائي تعليم پنهنجي والد پاڻ ڏني. بيخود فقير عربي فارسي سان گڏ سنڌي فائنل پاس ڪري 1958ع ۾ تعليم کاتي ۾ استاد مقرر ٿيو. بيخود فقير هڪ شادي ڪئي جنهن مان کيس هڪ نياڻي ۽ ٻہ فرزند اياز حسين (صنم فقير) ۽ نياز حسين (ڪماني فقير) جو اولاد آهي. بيخود فقير 1960ع تي شمن دايو عرف بيسر فقير (جيڪو خاڪي سائين (اول) جو طالب هيو) سان گڏ باقراڻين لڳ ڳوٺ هتي ميمڻ ۾ درازن جي درويش حضرت نثار احمد فاروقي جي زيارت لاءِ ويو جتي نثار احمد درازيءَ جي چاليهن ڏينهن جي چلاڪشيءَ کان ٻاهر نڪرڻ جي محفل منعقد هئي، اتي بيخود

فقير نثار احمد درازيءَ سان ملاقاتي ٿيا ۽ سائينءَ جن جي نوخيز نگاهن جو سندن تي اهڙو تہ اثر ٿيو جو اتي جو اتي سائين نثار احمد درازيءَ جا دست بعيت ٿياءِ اتان سندن روح جي آبياريءَ جو سلسلو شروع ٿيو. ان کان بعد حضرت سچل سرمست جي نالي سان باقراڻين ۾ مٺخاني جو بنياد رکيائين ۽ اتي هر سال 12_13_14 اپريل ۽ هر ماهہ پهرئين جمع تي صوفياڻي راڳ رنگ جي محفل جو اهتمام ڪندو رهيو. مٺخاني جي بنياد رکڻ کان بعد ڪڏهن بہ سواءِ مرشد جي ڪنهن بہ پاسي نہ ويو. طالب ٿيڻ کانپوءِ 33 سالا زندگي مرشد جي مٺخاني اندر رياضت ۽ مخفي عبادت ۾ مصروف رهيو. ان دوران ڪيترائي چلا ڪڍيائين جيڪي پڻ مٺخاني جي حدود اندر ڪڍيا ويا. 7_اپريل 1993ع تي بيخود فقير هن فاني دنيا مان برقعو مٽيو. سندن وصال تي مرشد پاڪ اهو فرمايو تہ منهنجي چڻ سڄي ٻانهہ قلم ٿي وئي. بيخود فقير جي وصال بعد سائين نثار احمد درازيءَ سالانہ 12_13_14_اپريل واري محفل کي 12_13_14 شوال ۾ بہ راتيون سچل سائين جي ورسي ۾ هڪ رات بيخود فقير جي ٻارهي ۽ ماهہ پهرئين جمعي بجاءِ هر مهيني جي چوڏهين (سچل جي چوڏهين) ملهائڻ لاءِ چيو. سو اهو پروگرام هن وقت تائين ايئن ئي جاري ساري آهي، جنهن جو انتظام درگاهہ خاڪي سائين ۽ درگاهہ بيخود سائين گڏيل طور تي ڪندا آهن.

## بيخود فقير جا ڪجهہ همعصر فقير:

فقير سارنگ ميروخان، فقير نياز حسين پٽي (وحدت ڪالوني حيدرآباد)، فقير نياز احمد سومرو ميروخان، فقير در محمد هيسباڻي، فقير رحيم بخش انصاري، فقير مظفر ميمڻ، فقير حبدار سيلرو

باقراڻي، سائين اختيار علي تونيو (سامي فقير)، پيرل فقير کوري، راڳي استاد انور علي سانگي لاڙڪاڻو راڳي محمد بخش تونيو فقير ولي محمد عرف انگريز فقير هادي بخش، فقير پڪالي، فقير علي مردان، فقير عبدالحڪيم مگسي، مير عبدالعزيز پوٽاڻي مگسي، غلام رسول خوشدل فقير، ادل فقير (خاڪسار فقير)، ساقي فقير ۽ غلام المرتضيٰ ڪلهوڙو فقير مبارڪ، فقير عشاق ميمڻ، شهبازي عرف لاهوتي، فقير بختيار لهر، محمد عيسيٰ عرف پرپور فقير، هارموني فقير علي ڏنو تنيو (ساگر فقير).

## ويراڳي فقير ۽ فنڪار حضرات :

جيڪي بيخود فقير جو ڪلام ڳائي عام ماڻهن تائين پهچائن ٿا.

استاد انور علي سانگي، فقير رحيم بخش انصاري، حبدار فقير، فقير عبدالحڪيم، ساڏو فقير، سامي فقير، ميرين فقير، نسيم فقير، سلطان فقير، بگن فقير، مبارڪ ۽ عشاق فقير، فقير نور تنيو خادم حسين ديوانو.

**صنم فقير**

سجاده نشين درگاه بيخود فقير

باقراڻي.

# پنهنجي پاران

سنڌ ڌرتي هميشه کان تصوف جي رنگ ۾ رنگيل رهي آهي جنهن ۾ درازن جي درگاهه منفرد حيثيت رکي ٿي. سچل سائين رح جي درگاهه گيڙو ويس اوڍائي ڪيئي مرد منصور ظاهر ڪيا آهن. انهن ۾ فقير نانڪ يوسف رح (اڳڙن وارو) خاڪي سائين رح (اول) درازن وارو ۽ حضرت نثار احمد فاروقي درازي رح پنهنجي هڪ الڳ سڃاڻپ رکن ٿا. نثار سائين درازي سچل سائينءَ جي فڪر کي عام ڪرڻ لاءِ ساري زندگي ڪوشان رهيا. نثار سائين درازي سنڌ ۽ بلوچستان جي مختلف شهرن توڙي ڳوٺن ۾هر سال سچل سائينءَ جون ورسيون ملهائي سچل جي فڪر جي پرچار ڪندا هئا. نثار سائين درازيءَ جا پاڪستان ۾ هزارين طالب آهن پر انهن ۾ بيخود فقير ستارن ۾ چنڊ جي حيثيت رکي ٿو. بيخود فقير نثار سائين درازيءَ سان تمام گهڻي محبت رکندو هئو سندس ڪلام ۾ جابجا پنهنجي مرشد سان عقيدت جو اظهار آهي پاڻ چيو اٿائين:

دلبر منهنجو درازي دلدار آ لکن ۾
نالو نثار جنهن جو منٺار آ لکن ۾

يا

اسان فقير درازي نثار جا سرمست سچل سردار جا.
نانڪ جهڙا ڪيئي طالب تو رنگيل دلدار جا.

پاڻ پنهنجي شعرن ۾ سچل سائين سان عقيدت هيئن بيان ڪئي اٿائين:

توکي سڏي ٿي سچل سرمست سڀ خدائي
راضي ڪيو تو رب کي صوفي صنم سدائي

نالو وهاب تنهنجو ابي امان رکيو هو
سچل سڏيو آ "احمد"، تنهنجي ڏسي سچائي.

بيخود فقير جي ڪلام ۾ هڪ بلند پايہ شاعر واريون خوبيون موجود آهن، ان ڪانسواءِ بيخود فقير جي ڪلام ۾ سلوڪ جي راهيءَ لئہ مڪمل رستو بيان ڪيل آهي. فقير چوي ٿو :

آڏيءَ اور الله سان، دنيا سندا سڀ ڀول ڀلائي،
يا نيڻن ننڊڙي قناءِ، جاڳڻ سان رک جار جانب تون.

بيخود فقير عشق کي پنهنجو رهبر رکي روحانيت جا ڏاڪا پيچرا طئي ڪري ٿو چيو اٿائين :

عشق اسان جو آ دين،
مذهب مڙوئي مطلب آهي."

بيخود فقير جي شاعريءَ جو محور ذاتِ الاهيءَ جي پاڻ ۾ ڳولها ۽ ان جو پاڻ ۾ ئي حصول آهي، چوي ٿو.

جنهن جي ڪرين ٿو ڳولا،
سو تہ سڄڻ تو سان آهي سدائين.

يا

ڪر ٿي پنهنجو پاڻ سڃاڻ،
ساجن آهي تو سان ساڻ.

پاڻ طالب کي تلقين ڪندي چوي ٿو "هي پنهنجو وجود وسار تڏهن پسندين پل ۾ پرينءَ کي." هڪ هنڌ طالب کي سڏ ڪري ڪيڏو نہ سهڻو ڏس ڏنو اٿائين.

جيڪڏهن توکي شوق آهي محب جي ديدار جو
اچ تہ توکي مان ڀڏايان رخ رانجهن يار جو.

بيخود فقير جي ڪلام ۾ انسان سان محبت ئي خدا جي محبت جو حصول آهي، پاڻ انسان جي عظمت تي ايترو يقين رکي ٿو چوي ٿو:

آدم جاء الله جي،

پيو ڪمڙو پڇين ٿو ڪمبو.

بيخود فقير جو گهڻو تڻو ڪلام (لا موجود الاالله) جي گواهي آهي، هي ڪلام ڏسو:

هي آدم وچ الله آيا، سڀ سانگا قل هو الله آيا،

بيخود هڻ مئن صحيح سڃاتم دل مين جڏهان جهاتي پايم،

ڪر قلب ڪون بيت الله آيا.

بيخود فقير منصوري موج ۾ بيباڪ تي چوي ٿو.

مرد آهيان منصور، سولي سيج سينگار اسانجو.

يا هي ڪلام ڏسو

"مئن هون سر اسرار، بشري بيک هي ميڏا بهانا."

ويراڳي فقير رحيم بخش انصاريءَ ٻڌايو تہ (ڪيئن چوين تان ڪير، مان آهيان فرعون بہ مان نعمان بہ مان). بيخود فقير جي هيءَ ڪافي راڳي محمد بخش ٽونيو استاد العلماءِ مولانا خوش محمد ٽونيو ميروخاني کي ٻڌائي ۽ سوال ڪيائين تہ فقير ڇا ٿو چوي؟ جنهن تي مولانا جواب ڏنو تہ اسان شرع جا قائل آهيون، اسان اهي ڳالهيون نٿا مڃون پر بيخود فقير روحاني واٽ جو پانڌي آهي، هن عشق جون منزلون طئي ڪيون آهن، ان لئہ اهي ڳالهيون صحيح آهن.

هن ڪتاب "آهي عشق اسان جو دين" ۾ بيخود فقير جي ڪلام جو ڪجهہ حصو ترتيب ڏيئي اوهان پڙهندڙن آڏو پيش ڪيو آهي. اميد تہ ادب دوست ان جي آجيان ڪندا. دوستو! عقل ڪل

ڪوئي انسان ڪونہ هوندو آهي، سو ترتيب ۾ مون کان بہ ڪي اوڻايون ٿيون هونديون، جيڪڏهن ڪنهن دوست کي اهڙي ڪا اوڻائي نظر اچي تہ ضرور آگاهہ ڪري مون کي خوشي ٿيندي، ڪتاب جي ترتيب ۾ منهنجي حوصلا افضائي ۽ رهنمائي ڪرڻ وارن دوستن سارنگ فقير، صنم فقير، ساڃو فقير ۽ عبدالوهاب لاڪو جا ٿورا ۽ شڪريو ادا ڪريان ٿو جن پنهنجي قيمتي راءِ سان نوازيو.

آخر ۾ لطيف سائينءَ جي بيت سان اجازت وٺندس،

محبت پائي مَن ۾، رندا روڙيا جن،
تن جو صرافن، اڻ توريو ئي اگهائيو.

خادم الفقراء

**(نور تونيو ميروخان)**

04_04_2015

03003429794

## ** وحدت نامو **

اُٺــي اور الله ســان ٻــي ڪِــرت ڇــڏ تــون ڪــار
ڪعبو ٺاهي قلب کي، ڪر سجدا سڀ ڄمار
ڪر طواف تنهن جو ڇڏ ڪنديں چوڌار
پائي جهاتي هردي اندر، سارو ڪچ سنسار
ٿي نينهن اندر نروار، ”بيخود“ تڏهن درشن پسين دلبر جو.

**

درشن پسڻ دلبر لئہ، تون ويهي ڪر وَسُ
ڪعبو ٺاهي قلب کي، ڪر ديهيءَ منجهہ دَرَسُ
پاڪيزگي پرينءَ جي تون پاڻ منجهارون پَسُ
ڇڏي حَوَس حِرص، ”بيخود“ عشق ڪر اختيار تون.

**

عشق ڪر اختيار تون، ڪڍ گلا جا گهانگها
لاهي ڇڏ لوڪ جا، سر سندا سانگا
اهي لاهوتي لانگها، ”بيخود“ ٽپائيندو پار پرين.

**

رکي عشق اَلَفَ جو اورِ اُونهو منجهہ اندر
نڪي وڃي تيرٿ تڪيا، نڪي وڃ مندر
سمايل آ صورت ۾، نڪي آ ڪعبي اندر
”بيخود“ آهي هر جا هُو حاضر، ناهي سڃڻ سوا ڪو ٻيو.

ناهي سَجِڻَ سوا ڪو ٻيو تون ويهي ڪر ويچار
ڪري چولو آدم جو ٿيو نينهن اندر نروار
ٿِي عالم منجهه اظهار "بيخود" پاڻ ڇپايائين پانهنجو.

❀❀

پاڻ ڇپائي پنهنجو آيو تيز تڪو جهلي تاب
بنايائين صورت محبوب جِي، منجهان سِڪ ثواب
حورن هنڌ وڇائيا، ٿِي منجهان شوق شتاب
"بيخود" ناهي تِن ڏوهه ثواب، جن صورت کي سجدو ڪيو.

❀❀

جن صورت کي سجدو ڪيو سي رهيا عرش عظيم
جنهن سجدي کان انڪار ڪيو سو لعنتي بڻيو لعين
ڪر "بيخود" برهه يقين، آدم منجهه اسرار ٿِي.

❀❀

آڏيءَ رات الله ڪي جن آ ريجهايو
"سري وانا سرهو" تن ڪين آ رنجايو
تِن کي پرينءَ پاڻُ ڏسايو "بيخود" برهه سندي بهار مان.

❀❀

راتيان ڏينهان رحمان کي، جن آ ڀاڙايو
ڏئي اوجاڳا اکين کي، ويهي سبحان ساراهيو
"بيخود" فائق فرمايو تِن جا هوندا هنڌ حضور ۾.

❀❀

چڏي لذت لوڪ سندي، ويهي اور الله
سوڙهه نه ٿيندءِ سامي ءِ ۾، توسان ساٿي عين الله
"بيخود" بِرهه بقا بالله، پوءِ ماڻيندين معراج تون.

❀❀

بندا غافل نه رهه ايترو ناهي تنهنجو ماڳ
ڪڏهن گهلندءِ واءُ وچوڙي جو ٿيندين سامي ءَ منجهه سجاڳ
"بيخود" نيٽن نند نياڳ، اها اکوڙج اکين جِي.

❀❀

ستي نه ملندءِ سهاڳ، توڙي ڪري عبادت ڪيتري
اها اکوڙج اکين جِي، نيٽن نند نياڳ
پوءِ ماڻيندين اهو ڀاڳ، "بيخود" جي اوجاڳا ڏيندين اکين کي.

❀❀

# آدِيءَ اور الله سان

آدِيءَ اور الله سان،
دنيا سندا سڀ ڀول ڀلائي.

ننڊ نياڳي نيڻن نهوڙج،
سڳو سورج سِڪَ ساهہ سان.
عين سندو رک عشق اندر ۾،
ويهي وندر ڪري ويساهہ سان.

ذڪر قلبي قربئون ڪمائج،
ويهي چرخو چورج چت چاهہ سان.
ننڊُن ڪرڻ مان محب نہ ملنديءِ،
نڪي غير گلا گمراهہ سان.

دم دم ۾ ڪر ياد دلبر کي،
سيني سان ساهہ پساهہ سان.
قبرَ ڪاري ڪين وسارج،
نيٺ ويندين ان راهہ سان.

غَفلت ۾ ڪين "بيخود" گهارج،
ڪهڙو جواب ڏيندين پتشاهہ سان.

❋❋

# مدني منداين جي ڏي معافي

مدني منداين جِي ڏي مونکي معافي،
هِتڙي بہ شافي تون هُتڙي بہ شافي.

اسان آسين جو تون عرض اگهائين،
درشن تون مدني پنهنجو ڪرائين،
اها آرزو دل ۾ اجان آهي ڪافي.

آهيان گداگر تنهنجو ثناگر،
هيٺي حال تي ڪو لطف ۽ ڪرم ڪر،
تون آهين پارس تون آن صرافي.

سورن ستايو دردن دکايو
منهنجي اندر ۾ مچڙو مچايو
پيئاريو آبِ ڪوثر آهيو ميثاقي.

"بيخود" اوهان جو آ هردم سوالي،
نامِ مؤليٰ وجي ڪين خالي،
پنهنجي پسايو صورت ڪا صافي.



## سواءِ عليءِ دي نهين چنٽا

سواءِ علي دي ڪوئي نهين چنٽا،
توڙي بڻ وڃي قلندر يار.
علي هي رهبر ساري دنيا دا،
ظاهر باطن فنا بقا دا،
صاحب صفدر هي تہ سخا دا،
غم دي گهڙي ڪوئي نهين ڪٽڻا.
پنجتن پاڪ شهادت پائي،
امت دي صدقي ساٿ ڪمائي،
ڳِڌي رب دي ساري رضائي،
سِر هي تنهان دي در تي سٽڻا.
عين ڪون عاشقان عبد نہ جاتا،
صاف صورت وچ احد سجاتا،
پيچ تنهان هي عين نال پاتا،
پير تنهان نهين پٽتي هٽڻا.
پنجتن پاڪ دا اعليٰ شاني،
گواهہ جنهن دا سارا قرآني،
سِر سُوڏا "بيخود" تِي قرباني،
قبر حشر تائين نهين منهن مٽڻا.

❋❋

# مناجات بحضور دستگير بادشاھ

ڏيو دان دلبرَ داتا دستگيران،
پري جام وحدت محي الدين ميران.

فقر فيض سارو سرگرو سين جو،
مسڪينن مدد تون واهر ولهين جو،
مٿانهون مڙني ۾ تون ڪل پير پيران.

جن حورون پريون تو در سلامي،
گدا شاھ سلطان قبولن غلامي،
ڪيو موليٰ توکي وحدت وزيران.

آيو جو سوالي ويو ڪين خالي،
پيئاريو پياسين ڪري پر پيالي،
ڪري نوش مدهوش مست و مست ميران.

ٽوڙيو قيد ڪڙيون بند آهيان باندي،
ڪيو معاف مڙئي بادشاھ بغدادي،
ڪِرن ڪوٽ ڪٺران ٽٽن سي زنجيران.

ڪيان ڇا ثنا مان برحق سچو تون،
هيڻن ابوجهن ضعيفن اجهو تون،
ميڄي جو نہ منڪر شيطاني شريران.

پنجتن جو پيارو تون دلبر دلارو
ڪنبي ڪل ڪفر ويو ٻڌي تنهنجو نعرو
هٿ تنهنجي هادي شيرين شمشيران.

حسني حسيني تون لعل آهين،
ميرن مندن جو لڄپال آهين،
ٿين معاف صدقي تنهنجي تقصيران.

ڪري سڏ جو توکي هندو توڙي مسلم،
مدد تن جي مولا ڪرين پيو تون دم دم،
ٻيڙو سير تاريو توئي بينظيران.

ڪامل ڪلنگي سرتاج شاهي،
حامي هڪل ۾ هر ڪنهن تون واهي،
هٿ تنهنجي دفتر مٿيو تقديران.

منهنجو پير گر ديو محبوب سبحاني،
حامي هيڻن جو تون شاهه جيلاني،
سڏائي پيو "بيخود" عاجز اسيران.

❁❁

# قلندر نامو

اچي مشڪل ۾ حامي ٿِي حسيني لعل مستانا،
ٻڌو فرياد ناقص جي الهه لڳ مرد مردانا.

آهيان سائل تنهنجي در تي ٻَڌي هٿ ٻئي ڪريان آزي،
وَٺي مونکي ڏيو معافي منجهان درٻار رحمانا.

وڏو آهيان گنهگاري آهيان بيحد مون بدڪاري،
ڪيو منهنجي شفاداري پيئاريو پُر ڪي پئمانا.

ڪيو آزاد هيءَ بندي حسيني لعل مروندي،
آهيان.تو در آسروندي توڙيو زنجير زندانا.

ڪيو شفقتْ شاهاڻي ڪا قلندر لعل سيواهاڻي ڪا،
ڪيو پِرَ سان پڇاڻي ڪا لهن غم درد ارمانا.

جهلي ”بيخود“ آهي جهولي پَسايو حق سندي هولي،
وچان تِن جي مٿان گهولي ملايو محب مئخانا.

❋❋

# ورسيءَ جو گيت

توکي سڏي ٽِي سچَل سرمست سڀ خدائي،
راضي ڪيو تو رب کي صوفي صنم سدائي.

نالو وهاب تنهنجو ابي امان رکيو هو
سچل سڏيو آ احمَد تنهنجي ڏسي سچائي.

تنهن بعد مؤليٰ توکي آهي لقب عطا ڪِيو
تون مست آن سچل تو گهڙولي مون کي ہڏائي.

حسنين جي طرف کان توکي مليو لَقب هِي،
سرمست شاه سچل تون توکان ناهي جدائي.

ارض و سما تي توکي سرمست پيا سڏن ٿا،
حسنين جي گهراڻي تنهنجي عزت وڌائي.

طاقت نہ آ زبان کي تنهنجي بيان ڪرڻ جي،
توکي نوازيو پنجتن تو تي ڪئي عطائي.

عشق سندو ئي دفتر توکي ڏنو آ احمد،
ناهي خبر ڪنهن کي تو ڪهڙي ڪئي ڪمائي.

عرش و فرش تي تنهنجو آهي ظهورو ظاهر،
سِر الفي گيڙو ڪنڌلا ڳل عشق الفي پائي.

ڪهڙي ڪيان مان تنهنجي وصف و ثنا درازي،
صوفين سندو صدر آن جڳ ۾ تنهنجي ڇمائي.

"بيخود" جي التجا هِي مقبول ڪر سچل تون،
ڏي جام عشق جو تون سرڪي سندي سوائي.

# منقبت نثار سائين درازي

دلبر منهنجو درازي دلدار آ لکن ۾،
نالو نثار جنهن جو منثار آ لکن ۾.

مرشد منهنجو درازي آ فيض ۽ فياضي،
بي رنگ آ بياضي صورت جنهن جي سهاجهي،
منهن مثل ماهتابي چمڪار آ لکن ۾.

ديرو درازين لائي بازي برهه ڪيڏائي،
تو نينهن اندر نچائي محبوب سان ملائي،
نروار آهي نانگو ننگدار آ لکن ۾.

قربَ سندس نرالا لاهِن اکين تان اولا،
مست بڻائن متوالا پسائن ٿا پل ۾ مولا،
اڙين جو آهي آري آڌار آ لکن ۾.

داتا درازي دائم هنيو نينهن نعرو قائم،
"بيخود" کي اهڙو دلبر مولا ڪٺي ملايم،
روشن سندس ستارو اظهار آ لکن ۾.

❀❀

# اسان فقير درازي نثار جا

اسان فقير درازي نثار جا،
سرمست سچل سردار جا.
نانگا آهيون نينهن نرالا،
ناٿ ننگيءَ ننگدار جا.

فقر فقير کي کو فکر ناهي،
اچي ميرا ميتيندو بدکار جا.
قرب کروڙين آهن ان جا،
ڪامل ڪلنگي دار جا.

نانک جهڙا کيئي طالب،
تو رنگيل دلدار جا.
دم انا الحق آ ذکر اسان جو
آهيون پکا اقرار جا.

"بيخود" برهه جو باب پڙهيوسي،
ستي سانگا سنسار جا.

❀❀

## سچڻ تو لئہ سيڪجهہ گهوريان

مِلڪ مڏيون سڀ مال،
سڀ سچڻ مان تولئہ گهوريان.

پيچ پنهل آ توسان پاتو
ڪين وسارج نيائج ناتو
ڪر ٻِلايون ٻال.

حال منهنجي کان واقف آهين،
سور ڏئي پيو چو تو ستائين،
ورتيون هل مون کي نال.

اگر اسانجي اچ تون پيارا،
سر صدق ڪريان سئو سئو وارا،
اچي لهہ تون سار سنيال.

"بيخود" ويٺو راهون نهاري،
ڪڏهين ايندم منهنجي اوتاري،
ڪا واريندم واڳ وصال.

❀❀

# ڏئي آبروءَ جي جهلڪار

ڏئي آبروءَ جي جهلڪار
ڪيئي ڪيا تو يار يگانا.

موسيٰ پَسڻ لئہ طور تي آيو
هڪڙي جهلڪ سان طور جلايو
تِي مست ويو مئخوار.

يوسف کي تو کوهہ وجهايو
بعد تنهين کي مصر وڪايو
خاطر زليخا زردار.

مجنونءَ کي تو بر ۾ بيهاريو
خاطر ليلا بند ٻڌايو
دم دم ليلا پُڪار.

”بيخود“ جڏهين جلوو پسيو آ،
سِر اچي تنهن قدمين رکيو آ،
ڪري ڏڙ سِسيءَ کان ڌار.

❊❊

## موهي من ويو منٺار

موهي من ويو منٺار ڏئي جهلڪار،
قابو ڪري ويو آهي قرب سان.
هوش عقل ڪري سارو خطا ويو
سورن سندو ڪري وار عطا ويو
لائي لنؤن اندر ڪا لغار.
چشمن تنهنجن چوٽ چلائي،
محبت واري مام ملائي،
ڪيا حيران ڪيئي هزار.
قرب سندو هٽي سيني ۾ ڪاڻ وئين،
جيرو جگر جند جلائي جان وئين،
ڪري برهه سندو بيمار.
محب سندو ٿئي تير سجايو
دل اندر جنهن سارو جلايو
ڏئي نينهن نوڪان ٽِيو نروار.
"بيخود" محب سندا ناز انداز سهه،
اهي سور سختيون سِر مٿي سهه،
مَنَ پنهنجو ڪري دلدار.

❀❀

## سھڻا تنھنجي صورت

سھڻا تنھنجي صورت آ مست مون کي بڻايو
مست الست بڻجي آ سِر اچي جُھڪايو.

تنھنجي اکين اشاري ڪيئي قتل ڪرايا،
مون کي بہ آ ھڪ پل ۾ گھورن گھايو گھمايو.

لبڙا تنھنجا گلابي بيحد آھن بي تابي،
چوڏھين مثل ماھتابي تنھنجو بخت آ سوايو.

ڪيئي دنيا ۾ سھڻا لکين پيا گھمن ٿا،
تنھنجي آ مٽ نہ ڪوئي حورن آ ھُل ھلايو.

"بيخود" برھ ديوانا محبت ڪيا مستانا،
در در ڦرن يگانا ڪڏي ڪات ڪنڌ ڪپايو.

❀❀

## آهين لاثاني لال

تون آهين لاثاني لال،
تنهنجي مثل ڪو ناهي دنيا ۾.

صورت اوهان جي آهي نوراني،
سِر تنهنجي تي آ تاج شهاني،
آهين ناٿ ننگي ننگپال.

لبڙا تنهنجا لعل گلابي،
ڏند تہ آهن مثل ماهتابي،
جن موهي ڪيو پئمال.

اکڙيون اوهانجون ٺهري ڪجلي،
تڪو تاب ڏين پيون تجلي،
جن ڳُمي ڪيو بي حال.

"بيخود" ڪي تو چوٽ چلائي،
باهہ برهہ جي سيني لڳائي،
ڪا وارج واڳ وصال.

❀❀

# ڪيان پونئر مثل پيرا

صورت تنهنجيءَ آ منڙو موهيو
ڪيان پونئر مثل پيرا.

سورن مونکي سخت ستايو
دردن ڪيا ديرا.

تنهنجي جدائيءَ جيءُ جلايو
پيا جلن تا جيرا.

چشمن تنهنجن آ چوٽ چلائي،
ڪيا ساري جسم ۾ گهيرا.

تنهنجون "بيخود" راهون نهاريان،
تو پڇايان پنڌ پيرا.

❀❀

# عاشق آهيون نظر جا

سوالي سدائين آهيون سهڻا تنهنجي ئِي سِر جا،
ذرمال پيو نہ گهرجي عاشق آهيون نظر جا.

پڌي هاڪ هر جا تنهنجي آيا آهيون سوالي،
ڪِڍي خير ڪو حسن جو سڻ سوال هِي فقر جا.

ڏسي لعل لب گلابي مشتاق ٿِي وياسون،
لعابِ لبن پيئاريو پياسي پريم نگر جا.

عاشق لکين ويچارا ڏسي مست ٿيا نظارا،
چڙي تخت وِيا هزارا ٿيا قتل تنهنجي خنجر جا.

"بيخود" حوران ڇا پريون انسان جن ملائڪ،
تہ دل ٿياسي تابع دربان تنهنجي در جا.

❁❁

# ڪسي دل ڪٺي وئين

ڪسي دل ڪٺي وئين هٺي يار ڏاڙو.
رڳو راتيان ڏينهان آهي روڄ راڙو.
جڏهن مونسان دلبر ڪئي آ جدائي،
تنهنجي هجر ۾ جان مون جلائي،
ساري عمر رُئندي مون آ وڃائي،
ڪري قرب اچ تون لهي سوز ساڙو.
جيڏيون جانب لئہ آهيان مون آتي،
جند جان جسم ۾ لنئون ٻاروچي لاتي،
سر ساهہ منهنجي ڪي هٺي ويو آ ڪاتي،
هلي ايندو هيڪر ٽيندو ڪو ڏهاڙو.
هيءَ آس اندر جي مولا پڄائي،
جند جان جنهن لئہ چڏي ٿم جلائي،
ڪري قرب ڪيچي ايندو پير پائي،
مولا ڪندو شل پرينءَ سان پاڙو.
”بيخود“ جنهنجي تن تار آهي،
سو دائم درازن ۾ ڪوهيار آهي،
ڏاڍي مونجهہ مَن ۾ تنهنجي يار آهي،
ڍڪي عيب مُٺيءَ جا ڪندو نان اگهاڙو.

❋❋

# ڪيو بانور اجايو تِي

حسن وارا حسن تي تو ڪيو بانور اجايو تي،
حسنِ يوسف ڏسو ظاهر مصر بازر وڪايو تِي.

ڪِني ڪوجهي مهاڻي آ ڏسو ڪئن گهر ڏياڻي آ،
تماچي جام سلطان سر نوريءَ نروار نوايو تي.

حسن جي حال مان واقف سوين مشتاق ٿيا ماهر،
تِني توڪي ڪيو ظاهر حسن صدبار ستايو تِي.

حسن جي هاڪ هت آهي هُتي عاشق ٿيا روشن،
ڪٽي توڪان ويا بازي چمن گلزار لٽايو تِي.

حسن سو بي وفا ”بيخود“ وفا سو عشق آ دائم،
ڏِين سرڙو سوليءَ ساهي حسن هر وار هلايو تِي.



# چشمن جا چمڪاٽ

ڏسي چشمن جا چمڪاٽ،
لؤن لؤن مان ڪرلاٽ وئي نڪري.

عين عجيب جا شمع جا شعلا،
ڏسي ڦلڙن ڪئي ڦڙڪاٽ.

زلف سياھ بادل بجليون،
ڪن تاب تڪو تجلاٽ.

مک مهتابي لب گلابي،
ڇهرم ڪن جرڪاٽ.

حملو حسن جو آيو سر تي،
ڪري ڪات مثل ڪڙڪاٽ.

موهي مست ڪيو مدامي،
محبن جي مرڪاٽ.

"بيخود" هر دم من محو ماندو
پري سهڻل لئہ سڏڪاٽ.



## تنهنجون اکڙيون

تنهنجون اکڙيون تير ڪمان چوان،
چوکيون چٽن چڱو چوغان چوان.
چوهئون چٽڪن شير دلير اکيون،
چوطرف چٽن چوقير اکيون،
ماري مانجهي ڪن ڍنڍ ڍير اکيون،
لک عاشق نيٽن نيشان چوان.
عجب اکڙين ۾ اسرار اهو
ڪهن ڪات مثل ڪن وار اهو
ڪن ديد خريد واپار اهو
ڇا شاهه و گدا سلطان چوان.
ناهي طاقت ڪنهن کي جو تاب جَهلي،
سِر سَٽَ ۾ ڏين ڪنهنجو وس نہ هلي،
آهي بالا برتر برهه بَلي،
مٿان ڪل جي تن فرمان چوان.
"بيخود" تير لڳا سيني ساهه سنوان،
ڪيا ناز پرين نيشان نوان،
ڪن عاشق روئي سبق روان،
تنهن جا درد سيئي درمان چوان.

**

# اسرار تو ڏسان

سهڻا تنهنجي اکين ۾ اسرار تو ڏسان مان،
سمايل تنهنجي سيني ۾ چنڊ تار تو ڏسان مان.

تنهنجون اکيون هِي ڪجلي اپ ۾ ٻري جڻ ٻجلي،
تڪو تاب ڏين سي تجلي جهلڪار تو ڏسان مان.

ڪيئي لکين ديوانا محبت ڪيا مستانا،
در در ڦرن يگانا پينار تو ڏسان مان.

توکي ڏسڻ جي خاطر در در ڦرن ٿا هر هر،
تنهنجي حسن جا چوڌر چمڪار تو ڏسان مان.

"بيخود" برهه آ باري سر تي ڪٽائي تو خواري،
شل رب ڪندو ستاري اهي پار تو ڏسان مان.

**

# مون پيار ڪيو آ

اڄ سڄڻ مون پيار ڪيو آ دل سندي دلدار سان،
دل سندي دلدار سان مَن سندي منٺار سان.

آيو پنهل مون وٽ هلي ويا خيال خطرا سڀ ڀُلي،
ويو دل سندو اڄ گل کِلي جانب آيو جنسار سان.

ساهه پيو جنهن لئه سڪي هڏ هڏ پيو جنهن لئه چڪي،
دونهون ڌرد پيو دل ۾ دکي سو اڄ آيو سينگار سان.

صورت جنهن جي آ نوراني سر مٿان آ تاج شهاني،
نوري نرمل آ پاڪ پيشاني چنڊ مثل چمڪار سان.

"بيخود" ڪر وصف ۽ ثنا خود خدا ڪئي آ ثنا،
رک پاڪ تون پنهنجي زبان ڪر مشڪ سنلي هيڪار سان



# ماري ڇڏيو ماڻي

ماري ڇڏيو تنهنجي ماڻي،
رب پاڪ پرين تو ڇاڻي.

نازن تنهنجن ڪيئي نوايا،
ڪوڙي ڪجلين ڪوپا ڪهايا،
ڪيئي پيڙهيا منجهه گهاڻي.

رخ تي لڙڪن ڪاريهر ڪارا،
جوڳي اڇن ڪنيون مرليون ويچارا،
هلي وس نہ تنين جو هاڻي.

حسن ڪيا حيران هزارا،
شاهہ گدا سلطان ڪي دارا،
ڏند موتين جي داڻي.

لعلي لبڙا لعل گلابي،
اکڙيون تنهنجون مثل عقابي،
ڪيو "بيخود" شڪار تو آڻي.

❋❋

## دل ڏنم توکي

دل ڏنم مان توکي دلبر تحفو نذرانو ڪري،
تير ترڪش جا هنيا تو تنهنکي نيشانو ڪري،

مون ڏٺي آ تنهنجي صورت صاف مورت اي مٺا،
هوش ڪان بي هوش ٿي ويس تو ڇڏيو ديوانو ڪري،

ابرو مثل تلوار پانيان وار ڪارا زهردار،
ڏورئون ڏنگن مون کي مٺا ٿا وجهن پريشانو ڪري،

تاب تجلي ٿهر ڪجلي مون کي گهايو گهور سان،
تون مثل شمع ٿئين مون کي ڇڏيئي پروانو ڪري،

تو در آيس مون هلي تو ڪان سواءِ ناهي ڳلي،
”بيخود“ آ جهولي جهلي ڏي جام پئمانو ڪري،

❋❋

# ٿهري ڪجل خمدار

تنهنجي ٿهري ڪجل خمدار،
هزارين حيران ڪيا.

ذلف تنهنجا هن واسينگ وانگر،
ڪن سر مٿي سٽڪار،
ڪيئي ديوان ڪيا.

نانگ مثل هي نيڻ ڏنگن ٿا،
ڪيئي ڪُٺا وينجهار،
لکين دربان ڪيا.

هِير جي خاطر جوڳي بڻيو آ،
ڇڏي شاهي تخت هزار،
سورن سامان ڪيا.

عشق "بيخود" ڪيئي کپايا،
ڏئي ابروءَ جي جهلڪار،
صحيح سلطان ڪيا.

❁❁

## برهه ڪيو بيتاب مونکي

تنهنجي برهه ڪيو آ بي تاب مونکي،
لايو عشق اندر ۾ آ تاب مونکي.

ڏسِ ڪولي مُلان جنهن ۾ يار ملي،
اهڙو ڪوئي ڀڏاءِ ڪتاب مونکي.

سجدو صورت کي مون سچائي ڪيو
پيو ڪين ڪَپي ڪو ثواب مونکي.

ماٺهو مشرڪ ڪافر مونکي سڏن،
اهو ناهي ڪوئي عذاب مون کي.

ڪنهن کي يار مليو آ نماز اندر
سوچي سمجهي مُلان ڏي جواب مون کي.

"بيخود" بت پرست آئون اصلئون آهيان،
مرَ ڪفر جو ڏين ڪو خطاب مونکي.

❀❀

# چاڪئون ڪيو ٿِي تڪرار

چاڪئون ڪيو ٿِي تڪرار، ڏئي آزار،
آئون تہ سڄڻ تنهنجو گولو آهيان.

ڇو ٿو ڪرين پيو مون کان ڪنارا،
ڪهڙي سبب ويٺين دور پيارا،
آهين چاڪئون ٿيو بيزار.

قرب ڪري اچي مون سان مل تون،
دکايل دل کي لاءِ اچي ڳل تون،
آهيان برهہ سندو بيمار.

توکئون سوا ڪين ساعت سري ٿي،
دم نہ هڪڙو مون کان پري ٿي،
اچي مِل تون مونسان ڪوهيار.

"بيخود" آهي تنهنجو هردم،
پيچ پرت جو توسان پاتم،
ڏئي جام وصل جو جيئار.

**

# ناهي نيڻن کي آرام

ناهي نيڻن کي آرام، آهي ماتام،
مولي ملائيندو محب اسان کي.

رُئندي رُئندي راتيون گذاريان،
پل پل ويٺو توکي پڪاريان،
سانجهه صبح توڙي شام.

ڳوڙها ڳلن تان ڪين سُڪن ٿا،
دونهان دل ۾ درد دکن ٿا،
جيرا جلن ٿا جام.

نت نت تنهنجون راهون نهاريان،
دم دم ۾ ٿو توکي ساريان،
اصل سور ڪيا ٿِي انعام.

"بيخود" سان ڪر محب ملڻ جي،
ناهي طاقت سور سَهڻ جي،
اچي مل تون مون سان مدام.

**

# ڪين اچي مون قرار

ڪين اچي مون قرار
راهون تنهنجون ويٺو نهاريان.

تنهنجي جدائيءَ جيءُ جلايو
هوش عقل سڀ مون آ ٻلايو
تنهنجي طلب تنوار.

توکي ريجهايان توکي پرچايان،
تنهنجي قدمين سِرڙو نِوايان،
حيلا ڪيان هزار.

سِڪ تنهنجيءَ آ سخت ستايو
دردن دل ۾ آ ديرو لايو
ڪيو بِرهه مون کي بيمار.

"بيخود" هردم تنهنجو سدائي،
تنهن کان نه ڪر تون ايڏي جدائي،
مل محب اچي منٺار.

❀❀

## آهي نيڻن ننڊ حرام

آهي نيڻن ننڊ حرام،
سک سمورو سڀ ويو ٿم وسري،

صورت تنهنجي جڏهن سجاتم،
پيچ پرت جو توسان پاتم،
توکي سجدو کيم سلام.

هر وقت تنهنجي وات آ وائي،
تنهنجي نام بنا ٻي بات نہ ڪائي،
ناهي نيڻن کي آرام.

عشق بنا ڪِي محب جو ملندو
جانب آ جاتي ات وڃ هلندو
پيا خيال ڪري ڇڏ خام.

"بيخود" برهہ مون بر سر چايم،
سور سختيون سِر تي سهايم،
توتي راضي ٿيندو رحمان.

❋❋

# ناهي وسارڻ تو روا

يار يارانـي رکـي نـاهـي وسـارڻ تـو روا،
پيار ڏئي پنهنجو ڪري ناهي ڌڪارڻ تو روا.

لائجي تہ نيائجي نہ تہ پيچ پرت نہ پائجي،
پنتي قدم پيارا صنم ناهي ورائڻ تو روا.

ملاح ٻڌجي ونجهہ ڪڻي پار ڪجن سڀ پاتڻي،
اڌ سِير ۾ ڪن وير ۾ ناهي اتارڻ تو روا.

سودو ڪيو سِرَ جو سچو توسان اٿم واعدو پڪو
سر ڏنم تنهنجو قسم ناهي آزارڻ تو روا.

"بيخود" صنم تنهنجو قسم آ در تنهنجي جو هي غلام،
ماهِہ منور نورِ انور ناهي پلائڻ تو روا.

❋❋

# جڳ ۾ جيئڻ دلدار بنا

کھڙو جڳ ۾ جيئڻ دلدار بنا،
اکيون رت ٽيون روئن ديدار بنا.

ڇني ڇاڪئون ڪري ويو ڏار مون کي،
ڏئي ورهه ويو ته آزار مون کي،
ڏک ڏاڍا ڏئي ويو هزار مون کي،
غم گوندر گهاريان يار بنا.

ڏيو ڏس ته ڏکيءَ کي ڪاڏي وڃان،
ٽيا ساهه برابر سورسنوان،
کھڙي پر وڃي مان پرينءَ کي مِلان،
نٿو چين ملي پرينءَ پيار بنا.

ويو عيش خوشي آرام هليو
وڃي هجر فراق ۾ جيءُ جليو
ڪر ڪا ناز نظر توسان روح رَليو
وسي مينهن پوي ڪو ملهار بنا.

"بيخود" ريءَ خزان ڪو بهار ٿئي،
موج محبت جو ڪو پيار ٿئي،
عاشق معشوق سان اظهار ٿئي،
سونهان سرتين سرس سينگار بنا.

❀❀

# لڳو نينهن بيقدرن سان

لڳو نينهن وچي بي قدرن سان،
بي درد بلاشڪ دل جي پٿرن سان.

توسان روز ازل جو ناتو هيم،
پختو پيچ پرت جو پاتو هيم،
اهو عشق نہ اوکو ڇاتو هيم،
ڪري قتل ويندو مون کي ابرن سان.

توسان دلبر دلڙي لائي آ،
ٽِي سيني سِڪَ سوائي آ،
ڳل الفي عشق جي پائي آ،
تي گذري حياتي سورن سان.

اکيون اکين سان يار اڙائي وئين،
سبق سورن جا کي پڙهائي وئين،
ميخون محبت جيءَ جڙائي وئين،
نازڪ نينهن نيائج نڏرن سان.

"بيخود" حيلا لک هلايان پيو
پٽي پوٽيون پنڌ پڇايان پيو
جر جال اکين مان وهايان پيو
ڪري قرب اچي مندن ميرن سان.

**

## پرکي پوءِ دل لائين ها

پهريان پرکي پوءِ دل لائين ها،
رکي سرت اها آزمائين ها.
تَکي ٺوکي يار ڪٽي ها تون،
اها ڳالهه اندر ۾ ڳٽي ها تون،
ايڏي هام نه يار هٽي ها تون،
ٻولي ٻول ڄي کين ٻڌائين ها.
پيرو پورل کين پڇي ها تون،
ڇڏي کين اڪيلو وڃي ها تون،
منهنجي منٿ هي محب مڃي ها تون،
ناتو نينهن نسنگ نڀائين ها.
ڪجھ گذري آ ڪجھ ويندي گذري،
پوندي موت ڦٽي ويندو سڀ وسري،
هيءَ عشق امانت ويندي اڏري،
ڳُسّ قرب وارن سان ڪائين ها.
ڪوڻي "بيخود" ڪي پرين پنهنجو ڪيو
ڏسي عيب ڪچايون نه اهنجو ڪيو
اوکو سفر ڄي سهڻا سهنجو ڪيو
اهو عرض عجيب اگھائين ها.

❋❋

# هڪ دانهن تہ ٻڌ

هڪ دانهن تہ ٻڌ دل ڪولي مِٺا،
جيڪا درد ونڊي دل ٻولي مِٺا.

تنهنجي ورهہ ويچوڙي ويران ڪيو
تنهنجي نينهن نسنگ نادان ڪيو
تنهنجي شمع صورت پروان ڪيو
ڇاڪئون ڏئي وئين ڏک دل ڏولي مِٺا.

ڪهڙي دلبر سبب ڏڪاريو تو
ڏئي پيار ڀريون پوءِ وساريو تو
ڪل ڪانہ پئي ڏک ڏيکاريو تو
وڃي ڇپر پئي دل ڇولي مِٺا.

پنڌ پيرا تنهنجا مان پڇايان پيو
لال لهو لباس مان پايان پيو
گيت سوز فراق جا ڳايان پيو
هر رنگ ۾ توکي دل ڳولي مِٺا.

ناتو نينهن تہ مونسان نڀائين ها،
ڳل "بيخود" کي سيني لائين ها،
ڏکي دل کي ڪين ڏکائين ها،
وئين سورن ۾ دل رولي مِٺا.

**

## سورن جو سبق

سورن جو سبق مونکي اڇي عشق سيکاريو آ،
سک کانء گهڙي سنيران ڏک ڏاڍو ڏيکاريو آ.

مان ياد ڪريان توکي ڪرين ياد نہ تون مونکي،
مون کان تہ نٿو وسرين تو ڇاکان وساريو آ.

هت مان ٿو مران تولئہ هت تون ٿو مرين ٻين لئہ،
منهنجي تہ خطائن جو ڪين ورق تو واريو آ.

ٻڌو درد پريون دانهون عاشق جون آهون دل سان،
جوڙي جيءَ اندر جايون توکي دل ۾ ويهاريو آ.

ڏکيو ڏينهن ڏکن گذري مٿان رات سورن ايري،
دل تان نہ "بيخود" وسري جنهن جام پيئاريو آ.

❁❁

## دل غم سان ڀري پئي آ

ڇا ڇا مان ڇوان توکي دل غم سان ڀري پئي آ،
کهڙا سورَ سَهان سِرَ تي ٿِي دلڙي چري پئي آ.

ڪريان روز پيو دانهون ٻڌو ڪوڪ پرين دل سان،
تنهنجي تہ جدائيءَ ۾ جند جان جهري پئي آ.

مُڪا سور اوهان مون ڏي مون وٽ تہ وڏي وڻ ٿيا،
اڇي سور ٿيا سنگتي ڪُلي درد دري پئي آ.

ٿئين جاني جدا جاکون تاکون ٿيون روئن اکيون،
آيون سور سمنڊ ڇوليون مٿان وير وري پئي آ.

لايون برھہ اڇي باهيون سي ڪيئن وسايان مان،
هڪ آڳ اجهايان ٿو "بيخود" ٻِي ٻري پئي آ.



# تنهنجون ڳالهيون سڄڻ

تنهنجون ڳالهيون سڄڻ دل جي اندر ياد ڪنداسي،
روئي راتو ڏينهان تنهنجي اڳيان حال ڪنداسي.

ڏئي پيار ڏکي ڏار پرين ڇاڪئون جدا ڪِيو
ڏئي سڪ ڪري لڪ ڪيڏو ناز و ادا ڪيو
سئو وار صدق يارهي ذر مال ڪنداسي.

صبح شام تنهنجو نام آهي ورد زبان تي،
لڳي باھ منهنجي ساھ تنهنجي برھ بيان تي،
دم دم تنهنجو غم نہ ٻيو خيال ڪنداسي.

لڳو نينهن اٿو مينهن منهنجي سِر تي سورن جو
ٻري مچ اندر ڳچ پيو خوب ڪُورن جو
سچ چاڻ پرين پاڻُ هي پئمال ڪنداسي.

"بيخود" ڪي رڳو ورھ وڳو تنهنجو آ سرتي،
ڪري دانهون پيو آهون سڄڻ تنهنجي ئي در تي،
ڏي سِرُ وٺ سِرُ نہ ٻيو سوال ڪنداسي.

✽✽

## داناءَ تون داد ڪر

دلبر ٻُڌي فرياد هِي داناءَ تون ڪو داد ڪر،
پنهنجو پَسائي پاڻ پوءِ سهڻا نه تون برباد ڪر.

ڏيئي ڏيکارو ڏيل مان مست مجنون تو ڪيو
هي دربدر عاشق ٿيو موٽي ملڻ امداد ڪر.

ٿِي دل دکي دانهون ڪري شب روز ٿي آهون پري،
تو بن نه سک ساهڻ سري سورن سڙي آزاد ڪر.

اوکي ناوڪ نينهن جي شاهي شڪاري شينهن جي،
انئي بوند سانوڻ مينهن جي نان عمر تون افراد ڪر.

"بيخود" سان ڪر وصال تون هيڻو ڏسي هي حال تون،
ڪر پورل پلايون پال تون اجڙيل صحن آباد ڪر.

❀❀

# ايندا ڪڏهن وري

ڪانگل ڪر ڪا خبر ايندا ڪڏهن وري

سڙي ساھ ويو ٽِي آ دلڙي چري

وڄ جلد اڏامي پرواز ڪري

ساري ڏيج سنيهو تون نياز ڪري

روئي اوچنگارون ڏئي آواز ڪري

تنهنجي هجر فراق ۾ ٻاھ ٻري

دکي دل هيءَ دردن ماري آ

رت نير اکين مان جاري آ

ويتر ورھ وڇوڙي جند ڳاري آ

آئي سورن سِر تي يار پري

مچي من اندر ماتام ويو

وڃي پرينءَ کي ڏيو پيغام اهو

پري وصل جو ڪو جام ڏيو

ڪر ڪا ناز نظر ويندس هاڻ مري

”بيخود“ ويل نہ توکي وساري ٿو

ويٺو دم دم توکي سنياري ٿو

هر دم هنجون تو لئہ هاري ٿو

ناتو نينهن اٿم توسان دلبري

✻✻

# خط ڪٽي وچ

خط ڪٽي وچ يار ڏي تون خاص هِي خاطيئڙا،
وچ سڳهو ڏي حال دل تون پرت مان پانڌيئڙا.

جاڪون جدا جانب ٿئين تاڪون رئن ٿيون رت اکيون،
سڪ سوز مان سڏڪا پرن ڪن ياد ٿيون جانيئڙا.

قابو ڪري وئين قيد دل سوگهو ڪري وئين ساهہ ڪي،
ڏي وصل يا موت ڏي مڃي عرض هي ساٿيئڙا.

رات ڏينهان روح ڪي آ ورد تنهنجو صبح شام،
لؤن لؤن اٿم لوري اها لالڻ پائي وڃي ليئڙا.

"بيخود" جو سورن ۾ گذر آهي پرين توکئون سوا،
سُڌ لهو ڪا سور جِي هر حال ۾ حاميئڙا.

❀❀

## ڏيو ڪا دوست دلداري

سچڻ سائين دکيءَ دل کي ڏيو ڪا دوست دلداري،
سڙي ويو آ ساهه سورن ۾ وڌي وئي آ برهه بيماري.

لبن تي دم آهي دلبر پائن جهاتيون اکيون هرهر،
ملڻ جي ڪا ڪيو هيڪر اچي پوءِ موت سر ماري.

مئي ڪانپوءِ صورت تنهنجي ڪڏهن هرگز نه ويندي وسري،
اتي پڻ ياد تون هوندين نه هوندين ٻي ڪا گفتاري.

ملائڪ مون ڪان ڇاجو پڇندا پڇڻ وارو به تون هوندين،
هٺندين پوءِ به ڪٺندين تون آهيان ٻئي جو مان انڪاري.

اتم پڪ نا ڇڏيندين تون گولي هيءَ ساڻ گڏيندين تون،
سهڻا سڪ مان سڏيندين تون توڙي "بيخود" آ بدڪاري.

❋❋

## آهيان مان ڏوهياڻي

آهيان مون ساڳي ڏوهياڻي،
تي سچ ۾ تنهن سان ساڻي.
ڪيان پئي روز مان ڪيهان،
رئان پئي راتيان ڏيهان،
پٽر پيرن سان پئي پينهان،
وجهي ويو گهوٽ مون گهاڻي.
توڙي تيا پَيرَ هن ڦاڪون،
وران وَرَ ريءَ نه مان پتي،
هوريان ڏاڍيان هلان اڳتي،
ڪيان ڪيچين سان روح رهاڻي.
قبر ۾ جڏهن پچا تيندي،
ڪئي پنهل پچا ويندي،
ڪڏهن سات ستا ايندي،
ڪندس ڪيچين سان مون ڪماڻي.
پنهل لئه پئي ڪريان پڪارون،
پوندي ون ڪن تنهن تنوارون،
متان "بيخود" محب ڏي ميارون،
ته گهر ويهي عمر وهاڻي.

**

## ويا ڏير ڏکائي

لکيو لوح قلم تورڻ ۾ رُلائي،
سليان سور ڪنهن سان ويا ڏير ڏکائي.

پيرن پنڌ چڙهيو تِي سر پر سران مان،
سر سرڻ چڙهيو تي چپن ۾ چران مان،
تِي نڪ ۾ نِوان مان ويندس ڪيچ ڪاهي.

ڏيرن ڏکيءَ سان آهن ڏاڍ ڪيڙا،
ڪري ظلم زوري چني هوت ويڙا،
هيڻا حال تيڙا ويا جان جلائي.

"بيخود" اميدون مؤلا شل پڄائي،
ويندا ڏک ڏکيءَ جا ايندو پير پائي،
آهيان جن لئہ آتِي مولا ملائي.

❀❀

## مونکي سِڪ آ گهڻي

ويٺي ڪانگ اڏايان مان ڪيچ ڏٺي،
ڏئي ڏڪڙا وئين مونکي سڪ آ گهڻي.
ڪمڙو سنگ سياپو ساهيان پئي،
ويٺي ٻانهي نام سڏايان پئي،
گولي روز ازل کان چوايان پئي،
آهيان ساٿ سڄڻ جي پيرن پٺي.
حجت هوتن سان منا ڪمڙي ڪبي،
زور ضعيف جو توسان ناهي ربي،
ناتو نينهن ويندو توساڻ نبي،
لڪئي روز ازل کان جيڪا باب بڻي.
اير نڌر مون تنهنجي آهيان،
پُڪي تنهنجي پيل اصلئون آهيان،
جهڙي تهڙي پنهل مون تنهنجي آهيان،
تِيءَ ساڻي سچ ۾ آهيان هڪ ڇٽي.
"بيخود" ساٿي اتي پنهل ٿيندو
جتي مِٽ نہ ٻيوڪو مائٽ هوندو
اتي هلي حبيب هٿ مون ڏيندو
ايندو وارث ولهيءَ جو سڏ سٺي.

**

## سسئي سوز فراق ۾

سسئي سوز فراق ۾ ٽِي روهه جبل چڙهندي وتي،
ملڻ ڪارڻ محبوب جي ٿي جهنگ جبل جلندي وتي.

جڏهن ڪان جانب ٿِي جدا ويو سڪ سمهڻ مون گهوريو،
پنهل مون پرديس ويو راتيان ڏينهان رڙندي وتي.

ڏير اتي اڌ راتڻ ويا پنهل وٺي پريات ويا،
لائي لؤن اندر مونکي لات ويا سڪ سوز ۾ سڙندي وتي.

سورن سندو سندرو ٻڌي هلي ڪيچ ڏي ڪاهي بندي،
لکئي لوح قلم ۾ لڏي ڇوري ڇپر ڇلندي وتي.

هنکي "بيخود" پنڌ ۾ شل هوت ملندم حُبَ ۾،
شل ساڻي ٿيندم سڪ ۾ هي قرب لئہ ڪڙهندي وتي.

❁❁

# پنهل کهڙي وار ايندو

کهڙي وار ايندو پنهل پيارو
لهي ويندو دل تؤن مَن جو مونجهارو.

راهون مان تنهنجون ويٺي نهاريان،
پنهل لئه پل پل ڦارون ٿي پايان،
مران ماندي جن لئه سڪي ساهه سارو.

ڪولي وار چوڙيان وچوڙي جا هِن مون،
وجهي رائو رٺن جو ڦولي چوڙيان مون،
ڏسان شال اکين سان ساهه جو سهارو.

ڪري ترب ڪيچي ايندو مون اوتاري،
روز ازل کان لڳس جنهنجي لاري،
اٿم لک اميدون ڪندو نه ڪنارو.

"بيخود" ڪسد ڪري هل ڪيچ ڪاهي
ريءَ پنهل هتي رکي پينگ آهي،
وچي شل مِلان مون ٿئي جيءَ جيئارو.

✽✽

## هوت بنا ساعت نہ سَرِي

منهنجي هوت بنا ساعت ڪين سَري،
ساعت ڪين سري دل ڳڻتن ۾ ڳري
منهنجو پنهل سان لڳو نينهن ناتو
پيچ پرت جو مون تنهن سان پاتو
وچان پنڌ ڪري ڏسان محب وري
اهي سور سختيون سرتي سهايم،
خاطر پنهل جي ڏک مون وهايم،
لکئي روز ازل کان آيم سور پري
هوت وٺي ويا ڪري ڏير تکي ويا،
هي چوري نڌر وري غمن ۾ گڏي ويا،
ڏئي وِيا زهر ذري ماري مفت چري
"بيخود" ڏکن کان ڪر نہ جدائي،
صبر شڪر ڪر جيڪا رب رضائي،
ايندم هوت وري پوندم نيڻ ٺري



# ڇوڙ رِيت رُسڻ دِي

ڇوڙ اسان نال ريت رُسڻ دِي،
کر کا الهہ لڳ محب ملڻ دي،

تيڏي هجر مئکون مار مُکايا،
دردان دل وچ دوڙ دکايا،
آس اندر وچ هي مک ويکڻ دي،

درد کنول دل ڀهون هي ماندي،
تيڏي ملڻ کيتي قالان پاندي،
طاقت نهين کائي سور سهڻ دي،

ٻُکي پنهل مئن تيڏڙي پئي آن،
لوک ساري وچ هل جو ڳئي هان،
نينهن نياوين دلبر کرين نہ ڇنڻ دي،

آس اندر وچ تئن دلبرَ دِي،
لون لون لوري "بيخود" وَرَ دي،
کرين کرم گولي اتي پرين پرچڻ دِي،

✽✽

# ٻانهي ڪيچ ڏٺيءَ جي

کڙو سنگ سياپو ساهيان مان،
ٻانهي ڪيچ ڏٺيءَ جي آهيان مان.

اير نڏر مون نار نماڻي،
نتِي حجت هوت سان ٻائيان مان.

ڏيرن ڏک جي ڏاج ڏنا مون،
سي چشمين چمي سڀ چايان مان.

ٻُڪي پنهل جي ويندس ڪاهي،
وڃي حال حقيقت سڻايان مان.

"بيخود" اٿم اميدون نال مون نيندو
ويني هردم پنهل کي ٻاڏايان.

❀❀

# آهيان مون بدڪار

آهيان مون بدڪار

توکي پوندي پاڄهه پاروچا.

نار نمائي عيبن هاڻي،

تنهنجي آهيان آڌار.

آسري تنهنجي اصلئون آهيان،

ڇني نه ڪر تون ڌار.

تنهنجي تاريءَ پئي ٿِي تڳان مان،

ڪيچ ڏئي ڪوهيار.

"بيخود" جون ڪر معاف منديون،

ڏوليا ڏکڻهار.

❀❀

## اگڻ ايندم سو

جاني اتم جو
اگڻ ايندم سو

ويٺي واجهه وجهان پئي.
محبوبن جي ملڻ لئه
راتيان ڏينهان رو
اگڻ ايندم سو.

ڇائي ڇتن ۾ پائيان،
وَرُ ولهيءَ کان ويو
اگڻ ايندم سو.

سڙي سورن ۾ ساهه ويو
پنهنجي پنهل کان پو
اگڻ ايندم سو.

محبت عشق مؤلا جي،
"بيخود" ايندم کو
اگڻ ايندم سو.

❊❊

## ٻُڌ درد وندي جي دانهن

ٻُڌ درد وندي جِي ڪا دانهن،
روز رڙان پئي ريهان ڪري

سورن ساڙيو آ ساهه ڪي،
جيرو جلي ويو هيانءُ.

ڀڳڙ ڀانهي آهي اصل ڪان،
ڏيو سر سيراندي ڪا ڀانهن.

تنهنجي جدائيءَ آ جيءُ جلايو
لهي جان جسم تان ويو مانهن.

آسروندي "بيخود" آهيان اصل ڪان،
توڙي لکيل تنهنجي نانءَ.

✻✻

# تنهنجي ملڻ لئہ ساھ سڪي ٿو

ڪيچ ڏٺي ڪوهيار،
تنهنجي ملڻ لاءِ ساهہ سڪي ٿو.

جهنگ جهرن ۾ تنهنجي آهيان،
آهين آس ونديءَ جي آڌار.

ڳل تان ڳوڙها ڪين سڪن ٿا،
ٿي نيڻين وهايان مون نار.

ميڙيون منٿون آزيون ڪريان ٿي،
حيلا ڪيان پئي هزار.

سڄ سفر ۾ ساٿي ٿيندم،
نال نيندم ته نڪار.

آب اکين جو سارو سُڪي ويو
ٿِي رت جاري ٿم جار.

"بيخود" سر تي سختيون سهان ٿي،
اچي ساٿي ٿيندم سردار.

❁❁

## ناحق عُمر تو آندي

هتي ناحق عُمر تون آندي،
ڪئي قيد ڪوٺن ۾ آ باندي
سڪ سان سانگين ڪي ٿي ساري،
مونکي مؤلا مارن ريءَ نہ ماري،
ڏسان مَنَهن مارن جا ۾ لانڍي،
پئي پلپل ٿِي پنهنجا پڪاريان،
رويو آب اکين مان ٿي هاريان،
سڪ سوز سيني مون آ سانڍي
جيءَ جانب سان منهنجو آ جڙيو
اهو انگ ازل کيت سان لکيو
مران تنهن لئہ پئي هت مون ماندي،
"بيخود" سانگين ڪي ٿِي مون ساريان،
ويٺي ڳچ اندر جا مون ڳاريان،
ساڙيان عُمر تنهنجا سون چاندي،

❋❋

## زوري ظلم نہ جڳائي

ڪرڻ زوري ظلم نہ جڳائي،
چڏ شان پنھنجو نہ پلائي.

توکي مولا ڏني بادشاهي،
توتي راضي ٿيو رب الاهي،
مون کي مارن سان چڏ تون ملائي.

مون کي ماڙيون محل نہ وڻن ٿا،
نکي زرَ زيور مون ٺھن ٿا،
کين ليڙان چڏيندس لڄائي.

منھنجو مڙھ ملير پڄائج،
ميلو مارن سان مون کي ڪرائج،
اھو عرض عمر چڏ اگھائي.

”بيخود“ مارن ريءَ آھيان موڳي،
لکئي لوح قلم مون آ پوڳي،
چڏي جان جسم مون جلائي.

**

# روح عُمر تون رنجايو

چو روح عُمر تون رنجايو آ،
قابو قيد کوٽن ۾ ڪرايو آ.
ڪئي قيد ڪوٽن ۾ تو باندي آ،
هتي ناحق عمر تون آندي آ،
دل مارن ريءَ هت ماندي آ،
ڏئي ورهه وڇوڙو ستايو آ.
ڪانگا ڪر ڪا خبر تن مارن جي،
جيڪي جاني جدا ٿر وارن جي،
پرين پيارن تن پنهوارن جي،
جن جي هجر جيءُ جلايو آ.
ڪڏي قيدڻ ڇڏ تون ڪوٽن مان،
وڃي خوش ٿي ڪلان تن مارن سان،
ساعت ڪين سري ٿي پنهوارن کان،
توکي الله پاڪ وڏايو آ.
"بيخود" مؤلا ڪڏهن اهو ڏينهن ڪندو
وڃي مڙهه مارن سان شل ملندو
اهو عرض ڏٽيءُ در وڃي اگهندو
منهنجو ڪيت سان لايو سجايو آ.



## وهايان پئي نِيرَ

نيڻين وهايان پئي نِيرَ،
قابو آهيان قيد کوٽن ۾.

ڏسان شال ڏينهن مارن جا،
آهي اندر منجهه اُڪير.

ڪين وڃن مون هي ماڪيون مِصريون،
وڃي پيئندس پاڪ پَنير.

سِڪ سانگين جي مون آهي سدائي،
ڪيا جاني جدا تقدير.

"بيخود" مڙهه مون ملاءِ مارن سان،
تون عمر چام اَمير.

❀❀

# بَخش بَديون برحال

بَخش بَديون برحال،
كر كو قرب يار اسان سان.

ميٺ منڊايون هن مسڪين جون،
تون آن ننگي ننگپال.

تنهنجي آڏار اصلئون آهيان،
ڪر تون پلايون پال.

جانب مون کي ڪين جدا ڪري،
ڪا وارج واڳ وصال.

نار نماڻي عيبن هاڻي،
ساجن لهُه ڪا سار سنيال.

پير پيغمبر شاهه سڪندر،
تنهنجي مٽ ڪو ناهي مثال.

"بيخود" کي ڪيو عشق عنايت،
ميو نامِ مؤلا سوال.

❁❁

# واپار عشق جو

دنياسڄيءَ ۾ سهڻا ڏٺيو واپار عشق جو
جند جان جلائي ساري آهي آزار عشق جو.

هر شيءِ ملي ٿي زر تي سستي سهانگي سهڻي،
پر نيڻهن نرخ نرالو آهي بازار عشق جو.

سودو سواءِ سر جي مشڪل ملي مهانگو
وڃي سِرُ پوءِ سر ڏئي تو آهي وهنوار عشق جو.

منصور جهڙا ڪيئي ڪامل لکين ڪسي ويا،
نيزن مٿان سوار ڏس آهي پيار عشق جو.

"بيخود" ڏي سر سهائي ڇڏ لوڪ لاڳاپا لاهي،
سَٽ سانگ سر سندا پاءِ هار عشق جو.

❋❋

# ڪيئي ويا ڪامل ڪُسِي

عشق جي آزار ۾ ڪيئي ويا ڪامل ڪُسِي،
ڪيئي ويا ڪامل ڪسي جڏهن يار دل تن ڪان کسي.

نينهن نسورو نانگ آ خبر تِي ڪاڏن ڪي پوي،
سِر جني ٿوااڏ ٿئي تہ بہ نيزي سر ڏين ٿا سِسِي.

سارو ساٿ آ سيّد وڃي ڪربل نيئي ڪهائيو
شام جي بازار ۾ پئي بارش پٿرن جي وسي.

ذڪريا ڪٺن ڪرت سان وڃي پنهنجو پاڻ چيرائيو
ابراهيم پيو آڙاهہ ۾ ڏني ڪلڙي لاهي تبريز شمسي.

عشق جو آزار "بيخود" جيسين جانب آ پري،
سور سختيون تيسين آهن جيسين دلبر پئي پسي.



# عشق اڻانگي ذات

عشق اڻانگي ذات،
ڪوني قربئون قتل ڪرايا.

جيڪو ستي ڪو سر جو سانگو
پوءِ عشق ۾ پائي جهات.

اڻي اڏيءَ تي ڪيئي عاشق،
تن تيَ وهائي ٿو ڪات.

عشق جي رمز ٿا عاشق ڄاڻن،
جيڪي رند آهن زمرات.

سر سيد جو سانگ سينگاريو
ٿيا شير شهيد سادات.

ڪائي ماس ٿو خون جگر جو
ٿو جان جلائي جسمات.

"بيخود" عشق مون جهوليءَ جهلي،
سور ڪٽي سوغات.

❀❀

# عشق ته آهي شينهن

عشق تہ آهي شينهن،
ماس هڏن جو پيو ٿو کائي.

خَبَرَ کاڏن کان وچي پُڇ تون،
نانگ نسورو نينهن.

عشق جي رمز ٿا عاشق ڄاڻن،
سِرَ تي وسائن مينهن.

نينهن جي نوبت ڪربل ڏس تون،
سيد سات ڪمايو ڪيئن.

عشق وارن لئہ سور سدائين،
سک نہ سنيرن ڏينهن.

"بيخود" عشق آهي حقيقت،
جن جانب ريجهايو جيئن.

✽✽

## عشق اسان جو اسلام

آهي عشق اسان جو اسلام، جيڪو پَسائي پل ۾ پرين تو
باب برھ سندو جي تون پڙهين ها، پيو ڪين ڪرين ها ڪلام.
ڪعبو قلب ۾ تا عاشق جوڙن، تنهن کي سجود ڪن تا سلام.
دين دنيا جي غرض نہ ڪائي، آيو عشق اصل لئہ انعام.
راتيان ڏينهان دوَرَ پَڙهن تا، سندا الف ۽ لام.
”بيخود“ ڪلمو پڙھ تون حقيقي، دائم قائم قيام.

❊❊

## عشق آهي حق پاڪ

عشق آهي حق پاڪ، هرجا هُو حق موجود آهي،
ذات صفات ۾ پاڻ سمايو مست تيو مشتاق.
ظهورو ظاهر آهي صنم جو هر صورت ۾ آ ميثاق،
ڪعبو قلب ۾ ويٺا جوڙي، چڏي احد وارو تاڪ.
جن سڃاتو هر صورت کي، سو بڻجي ويو عشاق،
”بيخود“ پائي ڏس جهاتي اندر ۾، ٻن ڏئي هيائيءَ تاڪ.

❊❊

## ظهورو ذات جو

آيو ظهورو ذات جو هِي عشق وارن کي نظر،
احوال آيو سر منجهان منصور پارن کي نظر.

هر جاءِ جلوو جابجا سڀ کي نظر آيو ائين،
سڀ صورت ۾ ٿيو ائين جئن چنڊ تارن کي نظر.

جئن ٻاڦ پاڻيءَ ۾ جذب تيئن پاڪ پيوند ٿيو ائين،
بادل بدل پاڻيءَ منجهان آيو سچارن کي نظر.

رک شوق سائينءَ جو سچو ڇڏ ڪوڙ دنيا جو ڏچو،
ٿي نينهن ۾ نانگا نچو آيو يار يارن کي نظر.

"بيخود" پيچي ڇڏ پول تون ڪرڻ اندر ۾ ڳول تون،
هيءَ پت پيچي ڪر کول تون ونحن اشارن کي نظر.

**

# مُلان جي هدايت ڇا ڪندي؟

عشق وارن کي مُلان تنهنجي هدايت ڇا ڪندي؟
جي برهہ بدنام ڪيا تِن کي ملامت ڇا ڪندي؟

جن پڙهيو آ نينهن نقطو سي نہ اڙندا ڪاٿهين،
جي ورهہ ويران ڪِيا تِن کي مصيبت ڇا ڪندي؟

دين ڪفر اسلام کان عاشق لنگهي اڳتي ويا،
جاءِ نہ جاتي ڏوهہ جي تن کي شريعت ڇا ڪندي؟

جن سچا تو سِر صفا پَٽِ پَڌر وجي سي پيا،
گم ٿِيي غازي گر گڏيا تن کي قيامت ڇا ڪندي؟

سانگ "بيخود" جن چڏيا عرش ٽاٽا تن اڏيا،
حد لنگهي لاحد لڌيا تن کي الاهيت ڇا ڪندي؟

❀❀

## عشق اسان جو آ دين

عشق اسان جو آ دين،
مذهب مڙوئي مطلب آهي.

الف سوا ٻيو نہ اکر پڙهيو سي،
بي تي ٻانيو سي کين.

ڪفر جو ڪلمو دل سان پڙهيو سي،
منجهان پرت پڙهي ياسين.

مرشد مخفي مام ٻڌائي،
سا دل سان ڪيو سي يقين.

دين ڪفر اسلام ڀلائي،
عشق ڪيو سي آمين.

”بيخود“ برهہ هي عام ڇا ڄاڻي،
جن بي ڄِي وڃائِي بين.

**

## دَم عِشقَ سوا نہ پرڻو آ

دَم عشق سوا ٻيو نہ پرڻو آ،
محبت جي ميدان ۾ يارو عاشق ٿِي اڄ مرڻو آ.

عاشق ٿِي سَٽ سر جو سانگو گوڙ گلا جو پائج گهانگهو،
نينهن نسنگ تي ناتُ ٻنانگو گهير انهيءَ ۾ گهرڻو آ.

دين ۽ مذهب عشق اسان جو موج محبت مرڪ اسان جو
زهد ۽ تقويٰ ترڪ اسان جو صورت سجدو ڪرڻو آ.

عشق جو جٽيو تلڪ لڳائي جان جسم ۽ جيءُ جلائي،
ڪنڌ ڪپائي نينهن نيائي سوليءَ تي سر ڌرڻو آ.

علم عقل مت شرم وڃائي دل کي چڏ ديوانو بڻائي،
ڳُن انهيءَ ۾ "بيخود" ڪاهي شير دلير ٿي ترڻو آ.



# حسن پرستي گناھ ناهي

حسن وارن جي اڳيان سر جهڪائڻ ڪو گناھ ڪونهي،
ملامت لوڪ ساري جي اٺائڻ ڪو گناھ ڪونهي.

گلا گهانگهو هي ڳل پائي سوليءَ سرڙو تون ڏي ساهي،
اناالحق ٻولڙي ٻولي ٻڌائڻ ڪو گناھ ڪونهي.

وچي پئه ڪين ۾ ڪاهي ڪفر اسلام ڪجهه ناهي،
مندر مسجد ڪعبو خانو ڀلائڻ ڪو گناھ ڪونهي.

پسي جلوو حسن وارن فدا ڪيا سر سندا حورن،
جهڪايا سر بشر ملڪن جهڪائڻ ڪو گناھ ڪونهي.

قاضي حسن اڳيان هردم ڏيان سجدا پيو دم دم،
حسن حق پاڪ تان سرڙو ڪٽائڻ ڪو گناھ ڪونهي.

خدا حق پاڪ هو اول ڪيا سجدا پئي ملڪن،
پسي جلوو خدا لٽيو لٽائڻ ڪو گناھ ڪونهي.

حقيقي عشق ۾ "بيخود" اچن سختيون سوين صدما،
حقي سجدو حسن اڳيان ورائڻ ڪو گناھ ڪونهي.

✽✽✽

## ڪهڙي ڪم سان هِت آئين

تون ڪهڙي آئين هِت ڪم سان،
خبر تہ لهج تون خيال جي.

قول الستي ويئين وساري،
رکي دوستي دنيا جي دم سان.

ياد ڪرين تان ياد هو ڪرئي،
فـذڪروني اذڪرڪم سان.

ماڳ مئخاني جي محڪم مولا،
محو مست رهج قلزم سان.

"بيخود" بي ديني ناهي اصل ڪان،
ناهي فن فرعوني فهم سان.



## نيٽين ننڊڙي ڦٽاءِ

نيٽين ننڊڙي ڦٽاءِ،
جاڳڻ سان رک جار جانب تون.

آڌيءَ اور الف سان ويهي،
ميم سان منڙو ملاءِ.

عين عبادت آهي حقيقي،
اها دونهين دل ۾ دکاءِ.

خيال انهيءَ ۾ خيال کپائج،
ويهي ڪثرت قرب ڪماءِ.

"بيخود" چرخو چت سان چورج،
سڳوري سيني سِٽ سماءِ.

❋❋

## مانجهاندي جو ماڳ

هِي آ مانجهاندي جو ماڳ،
هتي رهڻ ڪين آيو آهين.

هن پکيءَ جو ديس نہ آهي،
اڪيون پنڌ تي سجاڳ.

ننڊ نياڳي نيٺين نهوڙج،
اُتي الله لڳ جاڳ.

قبر ڪاري آهي انڌاري،
تون ڏسندين ڏک ڏهاڳ.

نيٺ پڇاڻو توکان ڪندا هُو
ڪهڙو ڏيندين هلي هت لاڳ.

"بيخود" سمهڻ سان محب نہ ملندو
ڪيئن ماڻيندين سهاڳ.

❋❋

## پائي ڏس فقيري

پڙهي فڪر ڦرهي تون پائي ڏس فقيري،
وري وقت نہ ايندءِ ڇڏ تون اميري
قضا جي ڪوٺن مان ڳڍ پاڻکي تون،
”لا الٰه“ جِي ڪاتيءَ سان وڍ پاڻکي تون،
صفتن جو سمجهہ منڍ پاڻکي تون،
طابع تنهنجي آهن منڪر نڪيري
مگر ساڻ ملندو ڪڏهن نہ مولا،
ڇڏ تال تسبيحون اهي ڏک ۽ ڏولا،
ڀڃي ڇڏ ڀرم جا اهي ڀَوَ ۽ ڀولا،
دوئي دم دل ۾ آهي دلگيري
طلب رکي تون طالب ڪر صاف سينو
من ۾ آ محڪم مڪو ۽ مدينو
رکيل تنهنجي دل ۾ آ خدائي خزينو
ساڃيو سر تون آهين سميع بصيري
”بيخود“ ثواب ويو ڏوهہ هاڻي،
دوئي دل دغا سڀ ويو ڊوهہ هاڻي،
پنڌ پسارو ويو ڪوهہ هاڻي،
آيو عشق هردم برهہ بينظيري

❁❁

# سچڻ توسان آهي سدائين

جنهن جي ڪرين تون ڳولا،
سو تہ سچڻ توسان آهي سدائين.

ڏڙ اجايو نہ ڊوڙ هڻ تون،
لاهہ اکين اولا.

بهشت دوزخ ڇاهي تولئہ،
ڇڏ دوئي سندا پولا.

جهاتي پائي ڏس هردي اندر،
تو من اندر مولا.

نڪي آ مسجد نڪي مندر ۾،
آيو پائي صفائي چولا.

ناصح باز نہ ايندو ”بيخود“،
وجهي خلق ڇڏيئہ رولا.

❁❁

## پنهنجو وجود وسار

هي پنهنجو وجود وسار،
تڏهن پسندين پل ۾ پرينءَ کي.

پاڙون پٽ هن خناس جون،
ڳاري تنهنکي ڳار.

محل هي چار عناصري ٽوڙج،
پوءِ پسج وڻڪار.

عام کان اوري ويهي اورج،
اتي آڏي پرينءَ کي پڪار.

"بيخود" هستي هوڏ وڃائج،
من پنهنجي کي مار.

**

## گم ٿي پاڻ سڃاڻ

گم ٿي پنهنجو پاڻ سڃاڻ،
ساجن آهي توسان ساڻ.

ڪاڻي مثل تون سينو صفا ڪر،
غير دوئي تون دل ۾ نا ڌر،
ڪڍ مدائيءَ جو هي ماڻ.

ڪنهن کي ڪين ڪي گهٽ تون ڄاڻج،
سڀ کي اعليٰ افضل ڀانئج،
ميم سندو وجهه سيني سباڻ.

"الانسان" آ ساڳيو سِرُ هي،
شڪ نہ ڪر تون ناهي ڪفر هي،
هر صورت ۾ آ پنهنجو پاڻ.

"وفي انفسڪم" آهي اشارو
"من عرف نفسہ" ڪر پيهي پسارو
"بيخود" "ونحن" ويجهو ڄاڻ.

❋❋

# فقير جي عظمت

عرشن ۾ اعليٰ افضل اسم فقير جو
هر شيءِ مٿان آ قائم قدم فقير جو.

صابر سوئي آ شاڪر هردم فقير جو
نوري آ سِر نيشانير جسم فقير جو.

سڀ سان آهي ڀلائي ڀرم فقير جو
ڪل ساڻ آهي قرب و ڪرم فقير جو.

هر دو جهان هلي ٿو حڪم فقير جو
لوحِ محفوظ ڪرسي قلم فقير جو.

ذاتي صفاتي ظاهر علم فقير جو
مسجد مندر سو مذهب ڌرم فقير جو.

"بيخود" شمس ڪري ٿو شرم فقير جو
همدم سو حال هڪ ٿي حرم فقير جو.

❀❀

## فقيري هٿ نہ آيو سي

عُمرِ ساري وئي گذري فقيري هٿ نہ آيو سي،
پائي الفي بڻي صوفي طبل طرحين وڄايو سي.

ڪٿي پوٿيون پڙهان ويٺو ڪٿي رڄ ۾ رڙان ويٺو
بزرگي دم هڻان ويٺو مڪر سان ملڪ مڃايوسي.

سناسن جان سدا سڄ ۾ وياسين مور نا ڄڄ ۾،
بڪ بڪرس رهي اڄ ۾ ويهي سو وقت وڃايوسي.

مندر مسجد ڪعبہ خانہ پوڄاسي ڪيئي بتخانہ،
ڪياسي نينهن نادانا مٿي منهن ڏوڙ پايوسي.

”بيخود“ سِر جو سٽيو سانگو ويو لاحد لنگهي لانگهو
بيٺو نسري نينهن نانگو انا الحق پوءِ الايوسي.

❀❀

## ڪيان ٿو ڪار شيطان

سڏائي نام آدم جو ڪيان ٿو ڪار شيطاني.

رکان فرعون وارو فن ڪمايان ڪوڙ سان پيو ڏن،
اندر ڪارو ظاهر روشن سڏايان پِير رنداني.

رکان انصاف تارازي وجهان ناحق پلئه ڪنهن کي،
مِڙي ماڻهو چون قاضي رڍن تي بگهڙ نگهباني.

رکان سِر تاج فقيريءَ جو ڦريان ٿو خلق هيءَ ڀولي،
ندورو نفس ڪئين مرندو دل دولت لئه ديواني.

ڏسي هِي حال "بيخود" سارو ڀُلي، ويو دين ڏرم يارو،
هنيو سي نينهن جو نعرو اڳيان پوءِ تي آساني.

❁❁

## دين ۽ ايمان ڇَٽُ

دلبرَ سندي ديدار ۾ منهنجو دين ۽ ايمان ڇَٽُ،
عشق جي آڙاهہ ۾ شاهہ و گدا سلطان ڇٽ

دئر دئارو گِرجا ڇا مسجد ۽ محراب ڇٽ،
ڪفر ۽ اسلام ڇا ڪعبو ۽ بتخان ڇٽ

توريت ۽ زبور ڇا انجيل ۽ فرقان ڇٽ،
يوسف ۽ يعقوب ڇا ڳل جٽيو سر صنعان ڇٽ

لوح ۽ محفوظ ڇا زمين ۽ آسمان ڇٽ،
حوران ۽ غلمان ڇا ساروئي سامان ڇٽ

عشق اڳيان جو اڃي سونہ آفت ڪان بچي،
عشق بقا با الله آ "بيخود" سندوئي نام ڇٽ

**

# عشق سندي رمزات

هي عشق سندي رمزات، آهي تحقيقات،
رِند سوا ٻيو ڪير تو ڄاڻي.

عشق جو سودو ڏاڍو ڏکيو آ،
سواءِ سر ڏيڻ جي نہ سکيو آ،
ڪنڌ تي وهائڻ ڪات.

عاشقن عشق جي موج ڏني آ،
حسن سندي جن فوج ڏني آ،
تن ساري جلائي جسمات.

باھہ برھہ جي ڀڙڪا ڏئي ٿي،
دلبر سندا داٻ دڙڪا ڏئي ٿي،
سچن پوري ڪئي رسمات.

"بيخود" عشق هي عام ڇا ڄاڻي،
جيڪو سر ڏئي نہ پنهنجو سڃاڻي،
ڪيا دوئيءَ غرق دليلات.

❁❁

# سير ڪرڻ آيو يار

سير ڪرڻ هت آيو يار
پنهنجو آيو پاڻ ڇپائي.

لڪ لڪائي ڪيڏ ڪيڏائي،
بازي بي رنگ برهه جي لائي،
هر صورت ۾ ڪري سينگار.

"ونحن اقرب" ويجهو ڏسيائين،
"من عرف نفسه" صاف چيائين،
آدم ۾ ٿيو اچي اظهار.

احد وارو پول پلائي،
آدم آيو پاڻ سمائي،
پائي ميم جو برقعو ٿيو نروار.

دل ۾ ويٺو ديرو لائي،
ان ۾ ڦند نه ڦيرو آهي،
برهه ۾ بيخود ٿيو آ بهار.

❁❁

# آدم وچ اسرار

آدم وچ اسرار آيا،
سرس ڪر سينگار آيا.

سهڻي خاطر سِير دي وچ،
بڻ مينهين دا تہ ميهار آيا.

هِير دي عشق جو آڻ ڦسايا،
ڇوڙ رانجها تخت هزار آيا.

دين وڃاوڻ ڪفر ڪنباوڻ،
بڻ هادي حيدر ڪرار آيا.

احد والا اولا ڇوڙڪي،
ميم اولي منتار آيا.

هوش عقل دي بات نہ ڪائي،
جوڙ عجب جنسار آيا.

"بيخود" وچ هي يار سمايا،
ٿِي نينهن اندر نروار آيا.

❊❊

# آدم ۾ تي اظهار

آيو آدم ۾ تي اظهار،
انس اولي آيو پاڻ ڇپائي.

جنهن کي ڳولهين تو سوئي آهين،
تنهنجي اصل مٿ پيو ڪو ناهين،
ساڳيو آهين سر اسرار.

ناهي مسجد ديول دئاري،
نڪي ڪعبي نڪي مندر اوتاري،
درس دل اندر دلدار.

پنهنجو پاڻ کي پهريون سڃاڻج،
دين مذهب پوءِ تون ڄاڻج،
ست دوئيءَ سندا ڪردار.

"بيخود" سارو صاف اندر ڪر،
دل اندر ۾ ذاتي ذڪر ڪر،
پس پاڻ منجهان منٺار.



# آدم سر سبحان

آهي آدم سر سبحان،
هر صورت ۾ آيو پاڻ ڇپائي.

آدم آهي سر اسراري،
ڳالهه ان تي ڪج اعتباري،
ڇڏي شڪ گمان.

"الانسان" پاڻ چيائين،
"سري و انا سر" صاف ڏسيائين،
اجايو نه ٿِي نادان.

"من عرف نفسه" پاڻ سڃاڻج،
"فقد عرف ربه" تنهنکي ڄاڻج،
اهو آڳي ڪيو اعلان.

"بيخود" پنهنجو پاڻ سڃاڻج،
خيال انهيءَ ۾ خيال کپائج،
پيج دوئيءَ سندو ميدان.

❁❁

## رَبُ جَلي آيو

آ پَهري پوش آدم جو تنهين ۾ رَبُ جَلِي آيو.

جڏهن موسيٰ جهلي دعوت ڪري آيو آدم صورت،
سڃاتي ڪين موسيٰ مورت ڪري اولو هلي آيو.

حڪم ابراهيم کي ڪرايو جلدي منهنجو گهر بنايو
نالو تنهن تي ڪعبو رکايو تنهين ۾ سر علي آيو.

جڏهن آدم بنايو آ تنهن ۾ روح سمايو آ،
سجدو ملڪن کان ڪرايو آ، قل هو الله پلي آيو.

ڪٿي قلندر ڪٿي پٺاڻي ڪٿي شاهه و ڪٿي گدائي،
عشق "بيخود" ڪئي عطائي درازي تي ولي آيو.



# آدم وچ الله آيا

هـــــي آدم وچ الله آيـــــا،

ست سانگا قل هو الله آيـا.

مـرسـل سـڏيـا خـيـبـر دي وچ،

علـي كـڙا هـا مـنـمـبـر دي وچ،

سڻ پهلي هڪل تي شاه آيا.

هِير دا عشق جو آڻ سـمـايـس،

حيـا شـرم سـڀ ڀـول ڀـلايـس،

ڇوڙ رانجها تخت گاه آيـا.

آپـــي آپ آدم بـــڻـــايـــس،

روح تنهين وچ اپڻا سـمـايـس،

كـر ونفخة فيه گواهـ آيـا.

مـرشـد هـادي سـبـق پـڙهـايـا،

سـر اهـيـن دا نـ فـرق وكـايـا،

كـر پوش آدم پتشاهـ آيـا.

”بيخود“ هڻ ميڻ صحيح سـچـاتـم،

دل وچ جـڏان جـهـاتـي پـاتـم،

كـر قلب كون بيت الله آيـا.



# آدم جاءِ الله جي

آدم جاءِ الله جي ٻيو ڪمڙو پڇين پيو ڪعبو
سرت رک سالڪ ادا "ونحن اقرب" ويساهه جي.

"الانساني" قول ڪيائين "انا سري سرهو" صاف چيائين،
"ونفخة فيه" روح ڦوڪيائين ڪر ڳول انهيءَ ارواح جي.

عَبدَ اَحدَ ۾ جو ويس ڏيکيائين احد احمد وچ ميم رليائين،
اِني اني من راني پاڻ چيائين غازي غير نه ڄاڻن گمراهه جي.

احد سوئي تي عبد سڏايو رانجهن سوئي چاڪ تي آيو
"انا سري سر" اثبات ٻڌايو دانهه دل اندر درياهه جي.

"بيخود" وحدت سارو وجودي ساجد پاڻ سوئي مسجودي،
عبد اولي تيو پاڻ معبودي ڇڏ سالڪ ٻي تہ صلاح جي.

**

# رخ رانجهن يار جو

جيڪڏهن توکي شوق آهي محب جي ديدار جو
اڄ تہ توکي مان ڏيکاريان رخ رانجهن يار جو.

ماهہ منور نور انور هر مظهر ۾ پاڻ آ،
ريءَ وحدت ناهہ ٻيو جلوو جلويدار جو.

ور وڪڙ ٻيا ڪين ڪر اٿئي پنڌ سڌو صورت سندو
هر صورت انسان جي سر ساڳيو اسرار جو.

انس اولي پاڻ ٻولي خود خدا آهي اهو
آدم ۽ الله ۾ ناهي فرق هڪ وار جو.

"بيخود" سندي هن بات تي ڪر اڄ اعتبار تون،
هر صورت الله جي شرڪ ڪم آ ڪفار جو.



# آهيان سِر خدا جو

صوفي آهيان سر خدا جو ڪين ڪي آدم چوان.

شبڪور ڪي ڪهڙي خبر هن شمع واري شعاع جي،
سيئي صفاتون نور جون نوانوي نالا نوان.

مرسل مٿي معراج ويو ڪنهن سان ڪري پيو ڳالهڙيون،
هِي هُو هڪڙو حال هو توڙي پڙهان هِجي روان.

ٻانهو ٿئي جو ڪين مان آهيان اصل کان قاضيا،
هر شيءِ مٿي منهنجو قدم ڪڪ پن ۾ ٿو لاتيون لنوان.

"بيخود" مٿن نالو رکيو آهي اصل نالو ٻيو
ظاهر بندو باطن خدا قاضي حرف ٿِي هِي سنوان.

❋❋

# آدم اصلئون ناهيان

آدم اصلئون ناهيان يار چاڪر ڪيئن چوايان،
ڪيئن پنهنجي ذات پلايان.

انس اولي پاڻ ڇپائي،
نينهن نسنگ نچايان.

هندو مومن لڇمڻ نانڪ،
ڪٿ رام رحيمَ سڏايان.

گيڙو الفي ڪنگڻ ڪڙيون،
ڪٿ ناد نفيل وڄايان.

ويري واهرو آهيان ساڳيو
ٿو هر جاءِ حڪم هلايان.

برهه بقا ۾ "بيخود" آيس،
هر صورت پاڻ سمايان.

❀❀

# آ عبد ئي خود معبود

مان ڪنهن کي ڪريان سجود مُلان،
آهي عبد ئي خود معبود مُلان.

هر مظهر آ حق پاڪ سندو سرتاج آدم لولاڪ سندو،
آهي مالڪ ڪل ميثاق سندو توڙ ڪين اجايو فرمود مُلان.

ڇڏ وهم وجود وڃائي سڀ سوا الف بي تي پلائي سڀ،
ٿِي ذات صفات سمائي سڀ، آهي وحدت جو هي وجود ملان.

سچي صوفن سان رک صحبت تون پڙهہ عشق سندي ڪا صورت تون،
سک رمز وجودي وحدت تون پوءِ ماڻيندي مقصود ملان.

بشر "بيخود" اصل ڪان ناهي پوش آدم جو ڏسڻ ۾ لاهي،
راز الاهي انهيءَ ۾ آهي هر صورت تي موجود مُلان.

✽✽

# اچي اظهار ٿيندس مان

ڪڏهن ٿي مرد مردانو نسنگ نروار ٿيندس مان،
ستارن ۾ چوڏهين چنڊ ٿي اچي اظهار ٿيندس مان.

گندم داڻو مِٽي مر ٿي سلو سائو ٿيندو پيدا،
چڙي دؤر خزان ڪڏهن گل و گلزار ٿيندس مان.

چولو آدم جو لاهي هي پائي سو پوش پرور جو
ساري عالم جي ڪثرت ٿي ڪلي ڪلتار ٿيندس مان.

گنهگارن ۽ بدڪارن ولهين واهر وسيلو ٿي،
ڏهاڙي ڏينهن محشر جي مڙين مهندار ٿيندس مان.

فنا مان ٿي بقا "بيخود" موتي مرڻو اصل ناهي،
صحيح سالڪ سخن سمجهن تني ديدار ٿيندس مان.

✽✽

## جوئي آهيان سوئي

چو ٽيون پڇو مونکان جوئي آهيان سوئي،
ليڪ مثل ناهي مٽ ڪوئي.

آدم مان ناهيان نڪي انساني،
ساڳيو مان آهيان سر سبحاني،
ذات صفات ۾ آهيان اهو ئي.

عشق منجهان هت عبد چوايم،
احد وارو اولو ڇڏي هت آيم،
پائي خاڪي چولو سير ڪيم سيوئي.

جيڏيون ڏليون چو ڍول ۾ آهيو
الانسان مون صاف سڏايو
و نفخة فيه آيت ڏسوئي.

"بيخود" نالو آهي صفاتي،
آهيان اصل مون ساڳيو سر ذاتي،
غير نه ڀانيو سوچو ذروئي.

❀❀

# مئن هون سِر اسرار

مئن هون سر اسرار بشري بيک هي ميڏا بهانا.

عينئون عين تي عبد سڏايم احد بدل تي احمد آيم،
عشقون تي اظهار هر مظهر وچ ميڏا ٹکاڻا.

کن فيکون آپي فرمايم بي رنگ دي وچون رنگ بنايم،
جوڙ عجب جنسار چوڙ حقيقت حال حيرانا.

جت کت ميڏا ذات ظهورا سري وانا سرهو سير سمورا،
توڙيا احديت دا اختيار وچ آدم دي کيتم آشيانا.

"بيخود" اولي آپ ٻولينداهرجا نفي تي ٻول ٻلينداَ،
پيا حيرت وچ سنسار ويک کيتم مئن لک شکرانا.



## مئن هون گُر گيتا

مئن هون گر گيتا آپ گيان،

الانساني دا ويس وٽايم.

مئن هون نانڪ لڇمڻ يارا ڀٽ برهمڻ پنٿ پيارا،
سري ڪرشن نام همارا رام رحيم تي مئن ڀڳوان.

علي ولي دا ويس وٽايم احمد اپنا نام ڌرايم،
رب رسول دا ڦند ڦلايم، ڪيتم عرش مٿي آشيان.

حسن حسين تي هُل هُلايم ڪربل اپنا ڪنڌ ڪپايم،
وسدا ويڙها آپ لٽايم ڪيتم نيزي سر نيشان.

وچ عالَم دي وسدا هان مئن پڪڙ سولي سر ڏيندا هان مئن،
بار برهه سر چئيندا هان مئن ڪيتم "بيخود" بيڪ بمان.



# ٻولڻ والا مئن وو مئن

ڪون پيا ڪنهن نون حال ڏسيندا ٻولڻ والا مئن وو مئن،
خاص خدائي خيال سيوئي ڪولڻ والا مئن وو مئن.

آپ ڪنون آپي گم ٿيوسي عبرت دي وچ آ پيوسي،
عشق درياهہ حقيقي اندر ڳولڻ والا مئن وو مئن.

جڳ دنيا وچ نام همارا دين ڪفر هي ڪام همارا،
نام برهہ بدنام همارا سر گهولڻ والا مئن وو مئن.

نا مئن شاهہ نہ آپي گدائي ويکڻ والي صورت نہ ڪائي،
عرش فرش تي هان هرجائي چولڻ والا مئن وو مئن.

چولا "بيخود" پايا رب دا مالڪ هويا ساري جڳ دا،
ونڊڻ ورچڻ ڏيوڻ والا تولڻ والا مئن وو مئن.



## مرد آهيان منصور

مرد آهيان منصور،
سولي سيج سينگار اسان جو.

الانساني سر سبحاني،
آهيان نسورو نور.

ملڪ ساري جو مالڪ آهيان،
دين الاهي دستور.

پوش پائي صاف صفاتي،
ذاتي آهيان ظهور.

هر ڪنهن هردي ديرو دائم،
غير نہ آهيان غفور.

حال حقيقت سچ سمورو
بندو نہ "بيخود" مور.



## ميٺ منڍايون فقر جون

داتــــا درازي دلــــدار

ميٺ منڍايون ساري فقر جون.

پانــد ۾ پائــي آيـا آهــيـون،
ڏس نـہ اسان ڏي ڪر تون ٻلايـون،
آهـــيـــون تـــو آڏار.

ڪين ڪتيوسي عمر وئي سـاري،
قـيـام ٻجهي ٿـي قـبـر انـڌاري،
واقــف نـاهــيـون وڻـڪـار.

دائم درازين وسي تنهنجي گـادي،
واهـر ولـهـيـن جي هـردم هـادي،
ڪـٽـنـديـن ڪـهـيـن جـا بـار.

"بيخود" تو در جهلي آهي جهولي،
تـوڪي آ پـهـتـل فـقـر جـي ٽـولـي،
ســونــهــن ٻـريـا ســردار.

**




نينهن جو هڪ ناز هو بيخود فقير
رمز پريو راز هو بيخود فقير
بي بيائي بن ڏئي ٿيو حق سان هڪ
غير کان بي نياز هو بيخود فقير
لفظ موتين جيئن مٺهي چئي شعر ويو
خيال جو پرواز هو بيخود فقير
مرد هي منصور جيئن مخمور هو
عشق جو انداز هو بيخود فقير
دم اناالحق عشق ۾ اظهار ٿي
حق جو ٿيو آواز هو بيخود فقير
"نورَ" تصور يار جي ۾ آ ڏٺو
شوق جو شهباز هو بيخود فقير

نور تنيو

Title : Rizwan Gul